هر چنچر تي سنڌي
ادب جي
هفتيوار
برسات
ڪراچي

چيف ايڊيٽر :
يوسف شاهين

مئنيجنگ ايڊيٽر :
ناصر حيدر

ايڊيٽر:
عبدالرحمان پليجو

چيف رپورٽر :
طارق بيگ

مئنيجر:
محمد يونس

نمائنده لنڊن :
منظور روشن

نمائنده بدين :
زهيرحسين حيدري

نمائنده خيرپور:
قربان منگي

نمائنده سعودي عرب :
عبدالرحيم ابڙو

سعودي عرب: ٥ ريال
سينگاپور : ٣ ڊالر

جلد: ١١ — شمارو: ١

5- 00

ايڊيٽوريل

## هڪ قدم اڳتي

هڪ قدم
اڳتي وڌائي اهو پڌرو ڪندي
خوشي ٿا محسوس ڪريون ته
اسان مختلف اديبن، فنڪارن ۽
ليکڪن جا خاص نمبر ڪڍڻ جو
فيصلو ڪيو آهي. ماهتاب محبوب
جو هي خاص نمبر ان سلسلي جي
پهرئين ڪڙي آهي. توقع آهي ته
"خاص نمبر" ڪڍڻ وارو سلسلو
اسان جي قارئين کي پسند ايندو. اسان
ان ڳالهه جي به توقع رکون ٿا ته اسان
جا اديب، فنڪار ۽ ليکڪ ان ڏس ۾
وڌ کان وڌ سهڪار ڪندا.

هي پرچو افروايشيا پرنٽنگ پريس ناظم آباد ڪراچي مان يوسف شاهين
ڇپائي ١٠/٧ سي-٢ پي اي سي ايڇ ايس، ڪراچي-٢٩ مان پڌرو ڪيو.

# ماهتاب محبوب

ماهتاب ڪان موهن ڪلپنا جي ورتل انٽرويو
مان ڪجهه سوال ۽ انهن جا جواب

س : ۱۹۸۰ع ۾ موهن جي دڙي جي زيارت ڪندي تو ڇا محسوس ڪيو؟

ج : مونکي لڳو، مان جنم جنم ڪان ڀٽڪندڙ موهن جي دڙي جو ڪو روح هجان .... جيڪو ان ويراني ۾ پنهنجي شاندار تهذيب جو ماتم ڪرڻ لاءِ خشڪ سويمنگ پول وٽ ويهي صديون اڳ جو زمانو ياد ڪندو هجي.... پٿين جي ڀرندڙ سرن کي هٿن سان ڇُهي مون اهي ڌڙڪنون ٻڌيون جيڪي ازل ڪان انسان جي اندر جو پڙاڏو هجن .... مون انهن مقدس سرُن کي چميو... ڀري ڀري تائين ڀڪڙيل، دردن جا داستان ٻڌائيندڙ ديوارون، جن تي منهنجي رسائي نه ٿي سگهي تن کي مون اکين سان چميو... ۽ تڏهن ان ماتم ڪري ۾ پل کن لاءِ ايئن محسوس ٿيو ڄڻ چوطرف چانڊوڪيون ڀکڙجي ويون هجن ! سنڌ ڌرتيءَ جون سندر ناريون، قد آور ۽ موڪرين ڇاتين وارا سگهڙ سپوت پنهنجي روزمره جي ڪرت کي لڳي ويا هجن... سويمنگ پول ۾ شڙاپ شڙاپ جي آواز سان ڇنڊا آڏمندا هجن... مان ڇرڪي نهاريان ٿي ته آتي ڪجهه به نه هو... ڪجهه به ته نه هو... ان گهڙيءَ، آن ويل آندر ۾ آهاڻ ٿيو... مون ڇاٺي ورتو ته اهڙا ڪيترائي موهن جا دڙا اسان سيني جي من ۾ دفن آهن... جنهن کي اسين ڏسي ته نٿا سگهون رڳو محسوس ڪري سگهون ٿا... ياد ڪري سگهون ٿا. گذريل يادون... واقعا، نديڻ جا وڇڻ جا... اهي سڀ نيٺ ڇا آهن؟ اهي سڀ دفن ٿيل دڙا آهن. اڄ ڪان ڏهه سال اڳ جا واقعا به ايئن ٿا لڳن ڄڻ ڪي ڏهه هزار صديون پراڻا هجن... موئن جي دڙي ڪان به پراڻا... اسين من ۾ نت نيون آسنگون، احساس، جذبا ۽ خواهشون رکندي به تمام پراڻا انسان آهيون... بيحد پراڻا... اهان خبر ناهي ته ڪيترا جڳ جيئڻو پوندو... رڳو موهن جو دڙو ئي ته اسانجي تهذيب ناهي، اسين پاڻ پنهنجي تهذيب آهيون. اهڙيون ڪيئي تهذيبون اسان ۾ دفن آهن... اسان ڪان اڳ وارن ۾ به دفن هيون... وقت سان گڏوگڏ اهي دڙا جيئري ئي اسانجي اندر ۾ پاڻمرادو ٺهندا وڃن ٿا هر انسان موهن جو دڙو آهي... رڪ جو ڍير آ... ڪنهن ڪنهن تي ماتم ڪبو؟... اهو سوچيندي مان هوريان هوريان ان دڙي تان هيٺ لهي آيس.

س: ماهتاب هاڻي ڪجهه رسمي - تنهنجي پسند جا ڪي ليکڪ؟

ج: مون ڪنهن هڪ ليکڪ کي ناهي پڙهيو. ڪيترائي ليکڪ آهن جن جون ڪي ڪي تحريرون ڏاڍيون وڻنديون اٿم پر مجموعي طور ڏسجي ته هر ڪنهن جي لکڻ جي فيلڊ الڳ آهي. ڪي ليکڪ خاص طور ڪهاڻيڪار جي حيثيت ۾ مقبول آهن ته ڪي هر قسم جا ليکڪ، سفرناما، ڪالم، تبصره، طنز و مزاح وغيره لکڻ ۾ پڙ آهن ۽ پنهنجي منفرد انداز بيان ڪري وڻندڙ آهن. ان ڏس ۾ مان علي احمد

بروهي، حليم بروهي، رشيد ڀٽي ۽ الطاف شيخ جـــو نالو ڪڻندس. پر ڪهاڻيڪار جي حيثيت ۾ منهنجـو پسنديده ليکڪ سدا حيات نسيم کرل هيو، امرجليل آهي- سندس اڳ جون لکيل ڪهاڻيون هاڻي جي پيٽ ۾ وڌيڪ وٽن ٿيون- يا ڀوءِ اوهين آهيو، جنهن کي گهـري فڪر ۽ جذبي وارو جيءُ دار ليکڪ ڪـري مڃان ٿي.

س: توهانجي پسند جا ڪي ڳلوڪار؟

ج: دلڪش سُرَ تـــ خوشبوءِ جيان چوطرف پکڙيا پيا آهن- انهن مان ڪن جي چونڊ ڪـرڻ ايئن آهي جيئن دريا مان ڀاسي کي ڦڙو حاصل ٿيڻ.

س: هونءَ تو ڪهڙن فنڪارن تي خاڪا لکيا آهن ۽ تنهنجا اهي ڪهڙا آزمودا ۽ تجربا آهن جـــن خود ۾ طئه ڪيو تہ تون انهن تي ۽ فقط في الحال انهن تي لکين؟

ج: ان جو تفصيل خاڪن جي ڪتاب ۾ ئي موجود آهي.

س: عظيم محبوب سان ڪيئن ملينءَ؟

ج: اکين رستي . . . دل ۾ لهي!

س: ڇا لکڻ زندگيءَ کان پچڻ نہ آهي تہ جو زندگيءَ ۾ ڪري نہ سگهجي، انجو بدلو ادب کان نہ وٺجي ۽ ان ۾ پنهنجي اڻ پوريون ٿيل خواهشن کـي پورو ٿيل ڏيکارجي- يعني لکڻ مان هڪ فنڪار کي آخر ملي ڇا ٿو، جڏهن تہ ادب دنيا کي بدلي نٿو سگهي. تون اهو مڃين ٿي تہ ادب عـــوام ۾ پنهنجي شخص، سماج ۽ دنيا جي مسئلن طرف سجاڳـــي پيدا ڪري ٿو؟

ج: پين لاءِ تہ مان ڪجهہ نٿي چوان، پر مون جيئن تہ ننڍي عمر ۾ ئي لکڻ شـــروع ڪيو تنهن ڪري مون وٽ زندگيءَ کان پچڻ جـو ڪو سبب ڪونہ هو ۽ نہ هاڻ آهي. نہ ئي وري ڪي اهڙيون خواهشون رهيل هيون جي پوريون نہ ٿيون هجن. باقي ادب دنيا کي بدلي نٿو، تنهن ڳالهہ سان مان متفق ناهيان- ادب ذهنن ۾ سجاڳي آڻي انساني سوچ ويچار کي بلند ڪري ٿو، خيالن کي وسعت بخشي ٿـو. هرڪنهن جي سوچ جو معيار ۽ عمل بلڪل علحدگي انداز سان معاشري تي اثر وجهي ٿو، جنهن جا نتيجا ڏينهون ڏينهن بدلجندڙ حالتن جـي صورت ۾ سامهون اچن ٿا. معاشري جي صحيح عڪاسي ڪرڻ ســـان ليکڪ کي پيو ڪجهہ ملي نہ ملي پر Satisfaction ضرور ملي ٿي ــــ اهو اطمينان اهڙو ناهي، جنهن سان ليکڪ بي فڪرو ٿـي ويهي رهي- اهو اطمينان تـہ ليکڪ ۾ لکڻ لاءِ وڌيڪ بيچيني پيدا ڪري ٿو جيئن هو هر دور ۾ معاشري جي صحيح عڪاسي ڪري سگهي.

س: ليکڪ کي انسانيت طرف ڪهڙو نظريـو رکڻ گهرجي ۽ ان نظرئي کـي ڇا قوميت ۽ مذهـب مٿان ترجيح ڏيڻي سگهجي ٿي؟

ج: ليکڪ کي بنا ڪنهن ڀيد ڀاءَ، بنا ڪنهن غرض جي، رنگ، نسل ۽ مذهب کان مٿڀرو ٿي اعليٰ انساني قدرن جي نمائندگي ڪرڻ گهرجي.

---

منظور سڪسي

## غـزل

مان تہ چپ چاپ رهيس جنجابن ۾،
جان جلندي رهي پل پل عذابن ۾،
هرڪو چاهي ٿـو گل ۾ خـوشبوءِ آ،
ڏسن ٿا اهل- نظر ڪنڊا گلابن ۾.
من پاڳل، تنهنجي نفرتن کـي بہ،
ويٺو جـوڙي پيار جــي حسابـن ۾.
ڳلن وانگيان منهنجي بہ ڇا اهميت؟
ڪڏهن قبر تي، ڪڏهن ڪتابن ۾.
ڪيڏي پيار ۽ نماڻن سوالن بـــدلي،
نانگ وارا ڏنگ تنهنجي جـــوابن ۾.
هـــا ايترو تــہ منهنجي وس ۾ آ،
هي ماڪ ٽوڙي ڇڏيان خوابـــن ۾.
”منظور“ ڏکيو آ فاصلو جيون جو،
طئي ٿيندو پلا ڪيئن دولابـــن ۾؟

*

تقرير

رشيد ڀٽي

# آئي ئي آهين، جتي اوهان ڇڏيو

[ ١٢ فيبروري تي ماهتاب محبوب جي ڪتاب "اندر جنين اڄ" جي افتتاحي تقريب جي موقعي حيدرآباد ۾ پڙهي وئي]

مهربان مهمان خصوصي،
صدر محترم ۽ راهه جا رفيقو،

اڄ هڪ سال کان ڪجهه وڌ وقت گذرڻ کان پوءِ اسين سڀ ساڳي ئي شهر ۾، ساڳين ئي ميزبان آڏو ساڳي ئي ليکڪا جي ڪتاب جي مهورت جي سلسلي ۾ اچي ڪٺا ٿيا آهيون. چوندا آهن ته تاريخ پاڻ دهرائيندي آهي، پر ايترو ترت ۽ تڪڙو ورجائيندي آهي، سو هيل ئي ڪيو اٿائين.

سو سال کن کان پوءِ وري پاڻ ۾ ملي رهيا آهيون. ان سال ۾ انگريزي مهاوري چواڻي پل هيٺيان ڪافي پاڻي وهي ويو آهي. پر پل اتي ئي بيٺي آهي، ۽ پل تي ويٺل هڪ نوجوان به اڃا اتي ئي ويٺو آهي مان به "ڪاش مان پل هجان ها" ۽ "پل تي ويٺل هڪ نوجوان" جي ليکڪن جيان پل ئـي آهيان ۽ وهندڙ پاڻي ئي نه سگهيو آهيان. ان ڪري ساڳي اڳين جهڙي تقرير ڪري اوهان جي پريشاني ۽ حيراني دور ڪرڻ ٿو چاهيان. هيءَ تقرير به مان اڳين تقرير جيان سخت سرديءَ ۾ ڏاڍي محنت سان لکي آهي. ڇو جو اسان وٽ سرديءَ ۾ دماغ ۽ لفظ به ڄميو وڃن. هڪ فرق توهان اڳين ۽ هن تقرير ۾ ضرور محسوس ڪيو هوندو، ۽ اهو هيءُ آهي ته هيءَ تقرير مون اڳ به جيان حمد ۽ صلوات سان نه شروع ڪئي آهي

انجو سبب اهو هرگز نه آهي ته ملڪ ۾ نظام اسلامي پوريءَ طرح نافذ ٿي وڃڻ سبب هاڻي اهڙيءَ شروعات جي ضرورت نه رهي آهي! اصل ۾ ائين نه ڪرڻ جو سبب اهو آهي ته منهنجي اڳين تقرير ڪنهن به ڪتابي سلسلي يا رسالي ۾ جاءِ نه وٺي سگهي، ۽ سڄو سال هڪ هنڌان ٻئي هنڌ ائين ڀٽڪندي ۽ رلندي رهي جيئن ڪي ورهيه اڳ چين گڏيل قومن ۾ داخلا لاءِ ڀٽڪندو رهندو هيو. حالانڪ توهان پاڻ امين آهيو ته اُن تقرير ۾ اهڙي ڪا به ڳالهه نه هئي جا اطلاعات کاتي کي نه وڻندي هجي.

اڳين کان مختلف قسم جي شروعات ڪرڻ ڪري هاڻي اميد اٿم ته هيءَ تقرير ياعمر قلمي نسخو ٿي نه رهندي. پر جي اڃان به ڪنهن رسالي، اخبار يا ڪتاب ۾ نه اچي سگهي ته پوءِ مان هن ڀيري ڪچهريءَ ۾ الانا صاحب کي گذارش ڪندس ته اهڙين لکتن لاءِ سنڌالاجي جي شعبي ۾ هڪ رجسٽر (جلد سان) رکي، جنهن ۾ اهڙيون تصنيفون داخل ڪيون وڃن. هونءَ به جيستائين اطلاعات کاتو سرگرم عمل آهي، تيستائين رڳو منهنجي ڪري نه، پر عام سنڌي اديب ۽ شاعر جي مفاد ۽ ادبي انصاف جي بهتريءَ ۾ سنڌ الاجي يا ڪنهن ٻيءَ ادبي تنظيم کي اهڙو جهازي سائيز رجسٽر رکڻ گهرجي، يا جي ائين

نہ ڪري سگھجي تہ شڪارپور ڪان سامي چيــن راھ لنڊ وارا مٽ گھرائي وراڻڊي ۾ رکي ڇڏڻ گھرجن. ڇون تہ اهي مٽ اڄا بطورمتروڪہ ملڪيت سرڪار جي تحويل ۾ آهن ۽ ڪنهن پرديسي ديسيءَ کـــي الاٽ نہ ٿيا آهن، ڇو جو انهن کي انهن جي ڪابـــ لوڙ نہ آهي. هونءَ بہ اهي مٽ اسان جو تاريخي ورثو آهن! منهن جي ان انومان جو بنياد ان پاليسي ۽ روش تي آهي جا سرڪار سنڌ ۾ ٿون رسالن جي اجراءَ لاءِ لاءِ ڊڪليئريشن ڏيڻ جي سلسلي ۾ اختيار ڪئي آهي.

مون پڻي ڇيو تہ سال کن ۾ پـل هيٺان ڪافي پاڻي لنگھي چڪو آهي. سنڌي موسيقيءَ جيان ادب ۽ صحافت جي ميدان ۾ بہ بقول شخصي جلال چانڊيا پيدا ٿي چڪا آهن. هيءَ سنڌي ادب ۾ لقب نوازيءَ جي جدت يا بدعت آهي. نہ تہ لقب القاب تہ اســان وٽ ڪيترن ئي ورهين کان ورهايا پيا وڃن. شاعريءَ ۽ مضمون نگاريءَ جي صنفن کي ڇڏي باقي فڪشن ۽ افسا نويسيءَ ۾ اهڙن لقبن جي ڪا کوٽ نہ آهي. جهڙوڪ: عظيم ڪهاڻيڪار، بهترين ڪهاڻيڪار، امر ڪهاڻيڪار، مها ڪهاڻيڪار، ديو ڪهاڻيڪار، قد آور ڪهاڻيڪار وغيره وغيره. خبر نہ آهي تہ باقي جن، پري، ۽ فرشتي جهڙن لقبن کي ڇڏي يڪــدم جلال چانڊيو الائي جي ڪيئن اڳ ڪڍي ويـــو! مون پتڪڙي ليکڪ کي الائي جي ڇو ادب ۾ اها درجي بندي ۽ ٿاپ ٿاپر ڪڏهين نہ آئڙي آهي. آس اٿم تہ لقب نواز دوست منهن جي اخـلاف جـي حق سان اختلاف نہ ڪندا.

اهو ئي ڪارڻ آهي جو اڄ هن تقرير ۾ مـــان ادي ماهتاب کي، قد آور خاتون هئڻ جي باوجود بـــ قدآور ليکڪا يا سياح ۽ سئلاني نہ چوندس. ڇو جـو ڪلاڪار يا فنڪار هئڻ خـود هڪ لقب ۽ عظمت جو اهڃاڻ هوندو آهي، ۽ عظيم کي عظيم چوڻ غير ضروري ۽ بي معنيٰ هوندو آهي. پڻو سبب قـد آور لفظ استعمال نہ ڪرڻ جو اهو آهي تہ هن پار جا اديب ۽ ساهتڪار ڪاوڙجي ويندا تہ مان ماهتاب کي گليور ۽ کين پارت نواسي بجاءِ للي پٽ نواسي سمجھي رهيو آهيان. ان کان سواءِ اسان جي ديسي اديب پاڻرن ۽ پينرن ۾ بہ بدگمانيون، غلط فهميون، احساسڪمتريون ۽ برتريون پيدا ٿي سگھن ٿيون.

ماهتاب جو هي سفرنامو ”اندر جنين آڄ“ سنڌي ادب ۾ ڪا نئين شئي نہ آهي. هن کان اڳ يار الطاف شيخ هول سيل ڊيلر جي حيثيت ماڻي چڪو آهي. ان کان بہ اڳ سٺر سفر تي ڪيترائي ڪتاب لکيا ويا آهن. پر ايترو سو پتو نہ لائي سگھيو آهيان تہ سنڌي ادب ۾ پهريون سفرنامو ڪنهن لکيو؟ (گمان غالب آهي تہ سند باد سيلاني هو!) ڇو جو اسان اڃا سفرنامن جي سؤ سالا جشن ۽ سفرناما سال ملهائڻ جي موڊ ۾ نہ آهيون. هول سيل ۽ هول ٽائيم سياحن ۽ مورخــن جي ڀيٽ ۾ ماهتاب هڪ پارٽ ٽائيم ۽ رٽيلر سياح ۽ سفرنامہ نويسہ آهي. ان جي باوجود هيءُ سفرنامو سنڌي ادب ۾ نرالو سفرنامو آهي. سفر سير خاطر نہ پر سڪ جي سڏ ورجائڻ خاطر ڪيو ويو هيو. ان کان بہ وڌيڪ انفرديت آهي ماهتاب جي لکڻي ۽ ان جو انداز. هن ڪتاب کي هڪ سفرنامي جي صنف تائين محدود نٿو رکي سگھجي. هيءُ سفرنامو بہ آهي تہ ڊائري بہ، رپور تاج بہ آهي تہ اندر جي اڌمن جو اظهار بہ. ماهتاب نہ رڳو اهو ڪجھہ لکيو آهي جو هن ڏٺو آهي پر اهو ڪجھہ بہ قلم ڪيو آهي جو هن محسوس ڪيو آهي يا جو ڪيس ڏسندڙن ۽ ساڻس ملندڙن محسوس ڪيو آهي. هن جو سفرنامو رڳـــو منظرڪشي نہ آهي، پر گهري مشاهدي جـون مظهر بہ آهي. هن سفرنامي ۾ ماهتاب جي ڪيترين ئـــي تحريرن جي انداز جي جھلڪ بہ ملي ٿي، تہ سندس احساسن ۽ ارمانن جو عڪس بہ.

هندستان جـي نامـور ستار نـواز پنڊت روي شنڪر جڏهن پهريون ڀيرو يورپ ۾ پنهنجو فن ستارنوازيءَ جو مظاهرو ڪيو هيو تہ حاضرين کـــي ويساهہ ئي نہ پئي آيو تہ ڪو اهو هڪ شخص جـــو پرفارمنس هيو. هنن جي خيال ۾ پس پرده ڪا مڪمل آرڪيسٽرا هئي؛ نہ تہ هڪ فنڪار هڪ ساز مـــان اڪيچار سوتي اثـــرات ڪيئن پئي ڪڍي سگھيو! ماهتاب جو ”اندر جنين جي آڄ“ پڙهي مـــون کي پنڊت روي شنڪر جو اهو مثال ياد اچي ويو. اها اسان

جي اپڪنڊ جي فنڪار جي نمايان ۽ عام خوبي آهي. هو ساڳي وقت اندر به آهي ته ٻاهر به، ظاهر به آهي ته باطن به، ۽ مجاز به آهي ته حقيقت به. ادي ماهتاب به هن اپڪنڊ جي ئي هڪ ڪلاڪار آهي.

هن سفرنامي ۾ ماهتاب نه رڳو اهو ڪجهه لکيو آهي جو هن ڏٺو آهي، پر ان جي به عڪاسي ڪئي آهي جو هن محسوس ڪيو آهي، ملندڙ جي اندر من ارمانن ۽ اڌمن جي به ترجماني ڪئي آهي. هوءَ رڳو ڏسڻ ۽ سير ڪرڻ نه وئي پر ٻڌڻ ۽ پرجهڻ به وئي هئي. هن هندستان جو رڳو مشاهدو نه ڏنو آهي پر اتان جي سنڌي سماج جو مطالعو به ڏٺو آهي. چوٿيون سال اڳ لڏي ويل سنڌي اديب ۽ دانشور جي اچڻ ۽ ملڻ تي ڇا ٿو محسوس ڪري؟ هو سنڌي ادب ۽ ثقافت بابت ڪهڙا ويچار ۽ خيال رکي ٿو؟ ڇا هن سياسي ورهاڱي سان گڏوگڏ ادبي ۽ ثقافتي ورهاڱي کي به تسليم ڪيو آهي؟ هن جي مستقبل جي سوچ پنهنجي ادب بابت ڇا آهي؟ اهي سڀ ڳالهيون ماهتاب جي مشاهدي ۽ مطالعي هيٺ آيون آهن، ۽ انهن جو اظهار هن پنهنجي سفرنامي ۾ ڪيو آهي. انهن سوالن جا جواب اتم ۽ ڪلپنا جهڙن ڪردارن ۾ اسان کي ملن ٿا. هي ٻئي يار هندستان ۾ سنڌي ادب جي ميدان ۾ جدا جدا ۽ متضاد فڪر جي مڪتبن سان واسطو رکن ٿا. پر ماهتاب جي سفرنامي ۾ هو ٻئي قالب هڪ جان نظر اچن ٿا؛ ۽ ٻنهي جي اندر ۾ آڃ آهي. ٻنهي ۾ لوچ آهي، پاڻيءَ سان پياس اجهائڻ جي! پر آڃ ته لهڻ جي نه آهي. ”اندر جنين جي اڃ، پاڻي اڃيو تن کي!“

اڃ آهي، پياس آهي، ٻنهي پاسي اڃ ئي اڃ آهي. اڃ جو سفر آهي. وڃ ۾ رڃ آهي. هفتي ٻن ۾ اڃ ڪٿان ٿي لهي. سو به جڏهن ٻرسن کان پوءِ ڪا بوند پوي! ائين ته اڃ اڃا به وڌيو وڃي. ورهاڱي کان سورهن سال پوءِ جڏهن مان ۽ اياز سوا مهيني لاءِ سنڌي اديبن سان ملڻ ويا هياسين، مليا هياسين ته موڪلائڻ وقت يارن چيو هيو: ”يارا! سورهن سالن جي اڃ سوا مهيني ۾ ڪانه لٿي.“ ۽ آن کان وري

سورهن سال پوءِ جڏهن ادي ماهتاب وئي ته اها ٻيءَ هڪ ڪڪريءَ جيان ۽ ٻوندون برسائي موٽائي آئي ۽ ٿر آهيو ئي رهيو. اهي اڃ ۽ رڃ، ٿر ۽ آسات اسان سنڌ واسين جو ورثو آهي. نه ته ٻين زبانن جا اديب ۽ فنڪار ته پيا پاڻ ۾ ملن ۽ پياس اجهائن. انهن لاءِ ته ڄڻ ادبي ۽ ثقافتي ورهاڱو ٿيو ئي ڪين هو. هتان جا اديب ۽ فنڪار هن پار پيا وڃن ته سرحد پار جا هيڏانهن پيا اچن. هُنان جا ڪتاب هتي پيا ڇپجن ته هتان جا هُتي. ساڳي زبان، ساڳي تهذيب ۽ ساڳي ثقافت شيرواني، قوالي ۽ پان سڳوري تائين! اسان لاءِ ئي رڳو سورهن سورهن سالن جو وقفو آهي. سنڌيءَ لاءِ ئي رڳو سڃ ۽ اڃ، اڃ ۽ آسات وارو سفر آهي. سورهن سال اڳ اسين ويا هياسين ته ممڻ مچي ويو هيو. سورهن سال اڳ اتم ۽ سندري هت آيا هيا ته اسان جي قومي پريس ۽ ان جي ڇاڙتي سنڌي پريس واويلا وڄائي ڇڏي هئي، ۽ اسان کي ناناڻي گهر جي هوا ميزبانيءَ جي سزا طور ڪاٽڻي پئي هئي. پر اڄ رام لال ۽ آشا ڪرشنا مورتي اچن ٿا ته اهائي پريس مرحبا جا گيت ٿي ڳائي. اڄ سورهن سالن کان پوءِ ماهتاب سڪ جي سفر تان موٽي آهي. سورهن سالن کان پوءِ جيڪڏهين ڪو ٽيون سالڪ سفر تي ويو ته شايد سرحد ئي نه بند ٿي وڃي. حسب حال هڪ لطيفو ياد آيو اٿم، ڪي يورپي، ٽي عدد، پنهن جي ملڪ جي هل هنگامي کان بيزار ٿي سانت جي لطف وٺڻ لاءِ هماليه جبلن ڏي ڪاهي آيا. هڪ جوڳيءَ جي ڪٽيا ۾ اچي سماڌي هڻي ويهي رهيا. سال تائين ماٺ هئي، سواءِ جوڳيءَ جي منترن جي. سال بعد هڪ چيو: ”ڪهڙي نه سانت آهي.“ وري سال ساڳي ماٺ هئي. ان بعد ٻئي تائيد ۾ چيو: ”برابر“. وري سال چپ ٿي وئي، جنهن بعد ٽين مزيد تائيد ۾ ”هون!“ چيو. جنهن تي منتر جپيندڙ پنهنجو گيان ڀنگ ٿيندو ڏسي چيو: ”جي اهڙو گوڙ ڪيو ته ڪٽيا مان ڪڍي ڇڏيندو مانوَ.“

سورهن سال اڳ جڏهن مان ان سفر تي ويو هوس ته سفرنامي لکڻ لاءِ نوٽيس وٺندو رهيو هوس. ڪلپنا، ڪيرت، ڪلا ۽ پوٽني، گيتا ۽ گوبند، اتم

۽ ارجن ۽ سندري ۽ مايا جي من اندر جهاتي پائي انهن کي پرجهيو ۽ پروڙيو هوم. انهن جي احساسن ۽ ارمانن کي سمجهيو هوم، ۽ اهو سڀ ڪجهه لکي ڇڏيو هوم. اهو ڪجهه اڄ به لکيو پيو اٿم. ڪن مجبورين ۽ حالتن سبب انهن کي ڪتابي ويس ڏئي نه سگهيس. سورهن سال پوءِ جڏهن اڄ ماهتاب جو سفرنامو ٿو پڙهان ته آن ۾ مون کي پنهنجي اڻ ڇپيل سفرنامي جو سواد ٿو ملي. اهوئي قرب، اهائي پنهنجائپ، آهائي مهمانوازي ۽ اهو ئي وڇوڙي جو ورق ۽ اهوئي سچ جو سنيهو لڳي ٿو ته اڃا اهائي وائي پيا ورجائن ته:

اتيئي ئي آهين، جتي اوهان ڇڏيون.

۽ ادي ماهتاب جڻ کين جواب ڏئي رهي آهي ته "اکيون عبداللطيف ڇئي رنگ نه مٽائين." هن سڪ جي سفرنامي جي مطالعي مان اهو به مجموعي تاثر ملي ٿو ته " اسين سڪون جن کي، سي ئي اسين پاڻ." گذريل چوٽيهن سالن کان آڄ ۽ آڄيو هڪ ٻئي جي ڳولا ۾ سرگردان آهن. ان سموري اظهار ۽ احساس جو عڪس هن سفرنامي جي عنوان مان ئي عيان آهي ته "اندر جنين آڄ، پاڻي آڄيو توکي." آءُ ادي ماهتاب کي سنڌ سان هن تاريخي تخليق تي لک لک مبارڪون ڏيئي ڌاران رهي نٿو سگهان. سا گڏي ئي وقت سنڌ سان همت ۽ حوصلي کي به داد ڏيڻ ضروري ٿو سمجهان. جنهن سان هن هيءُ سڪ جو سفر ڪيو ۽ ان کي ڪتابي جامو پهرايو. هن موقعي تي مان سنڌ جي ناشرن کي به هڪ گذارش ڪندس ته هن سفرنامي جي موٽ ۾ سورهن سال اڳ اتم ۽ سندريءَ جو "سنڌ جو سفرنامو" به ڪتابي صورت ۾ شايع ڪرڻ لاءِ وک وڌائين، ته جيئن نئين نسل ۽ ان جي اديب کي هن پار جي اديب جي سوچن ۽ سڪ جو به پتو ۽ پروڙ پئجي — مهرباني.

—

خاڪي جوئيو

## بيت

منهنجو روح رڙي، ٿر تي ٻاٻيهي جيان،
جيسين سڄ لڙي، ڇڏي منجهند ناڪ کي.

رلندي، رڻندي راهه، "گهوٽ وٽن جي" ڳوليان
پورا هوند پساهه، ٿيمن انهيءَ ٿرٿيل ۾.

ٿڏڙي ٿڏڙي هير، آئي ان جي پار کان،
نيڻن روڪي نير، ڏٺو ڏاڍي ڏک مان.

سونهن کٿي تون سانورا، هينئون هيئن نه ٿر
پانهن مٿان ٻر، وجهي واجهه وجود ۾.

ساجن تنهنجي سڳهه تي، سونهن ڪٿي ساواڻ
نيڻن ۾ نيراڻ، آهي عرش عظيم جي.

ٻکوڙي پيئي پيار جي، سونهن منجهان سرهاڻ،
ڪلندي ڪٽوريءَ کي، ڇاتيءَ منجهان ڇاڻ،
وات اسان جي واڻ، هاري ڪنهن هڪار کي

تن اسان جو تڙپ جي، ٻارڻ منجهه ٻري،
جيسين سونهن وري، پاڻي کٽي پيار جو.

سهرا تنهنجي سونهن جا، ڳايان ڳڻ پري،
جيسين رات ڏري، پيچ پنيءَ جو پونه تي.

الا! ايئن نه هوءَ، جو وري نه ڏسڻ ۾ اچين،
پڇتائيندي پوءِ، ويندو ساهه سرير مان.



قريشي محل ٻمبئي
٦-٦-١٩٨١ع

دادا جي دل گهري دختر، پهڳڻ ٻچڙي ماهتاب محبوب، سهاڳ سلامت، ورگهر قائم...

تنهنجي لکڻيءَ ۾ لطف آهي، تنهنجي بيان ۾ جادو آهي، تنهنجي سڪ سچي آهي، تنهنجي محبت مصنوعي نه آهي... ...

اسين تنهنجي جرئت، حوصلي، همت، شرافت صداقت ۽ مروت تي موهياسين. اسين تنهنجي لياقت، خيالن جي نفاست، علحدي عبارت، ٻوليءَ جي سلاست، ملڪي محبت، وطن پرستي، فرشتن جهڙي فلڪ تي فدا ٿياسين ....

تون يارت ۾ آئيڻءَ ڇو؟ پنهنجي سڪ جو ثبوت ڏيڻ يا اسانکي سڪ جي سرڪي پياري هميشه لاءِ سڪائڻ؟ وعدو ڪري وڃڻ‌ءَ واپس ورڻ جو، ارڪان نٿو ڏسڻ ۾ اچي، اسانجي اچڻ جو امڪان گهٽ ٿو نظر اچي ....

جيسين رب ملائي تيسين خطن ذريعي ئي هڪ ٻي جو خير منايون. سدائين خير، عمر دراز الله نگهبان، پنجن جي پناه! دعائن جو ڍير ٿو موڪليانءِ تولاءِ، تنهنجي محبوب لاءِ، تنهنجي ادبي عزيزن لاءِ .... "اندر جنين آڳ" پڙهي دنگ رهجي ويس. هڪ ويهڪ ۾ رات ئي رات ۾ سمورو ڪتاب پڙهي پورو ڪيم. سفرنامو نه آهي پر قرب جي ڪهاڻي آهي، الفت جي آ ڪاڻي آهي، ٻره جو ٻاب آهي، دلچسپ ڪارنامي جو ڪتاب آهي، عجيب افسانو آهي، ادبي خيالن جو خزانو آهي. سفرناما گهڻا پڙهيا اٿم پر اهي ڪک ڪندڙ ڪٺلاگ هوندا آهن پر هي ڏڻولاگ دل کي ڏڻوليندڙ آهي ۽ احساس کي اڀاريندڙ من کي موج ڏيندڙ آهي. لکڻ جو ڏانءُ ڏات ۾ مليو اٿئي. واه جو لفظن جي چونڊ اٿيئي ۽ خيالن کي صورت ڏيڻ جو هنر اٿيئي ۽ آزمودن کي پيش ڪرڻ جو ڍنگ اٿيئي! هڪ هڪ واقعو ڪهڙيءَ نه ڪماليت سان بيان ڪيو اٿئي! چتر چٽيا اٿيئي، تصويرون ڪڍيون اٿيئي. اديب کي آداب، نقاش کي نياز، هونءَ به هڪ اديب کي مصور جون خصوصيتون ڪونه آهن ته هو آهو وڻ آهي، جنهن ۾ نه ميوو آهي، نه ڇانو آهي، تلاءُ آهي جنهن ۾ پاڻي نه آهي، تـو ۾ آب آهي تاب آهي، نوراني نور ۽ خدائي خصلتن جي مجسم آهين. تو ۾ انسان ذات لاءِ پيار آهي، جنهن جي دل ۾ انسان ذات لاءِ محبت آهي سو دنيا جي دلبر کان دور ناهي. تو ويڇا وڇائي ڇڏيا آهن، تفاوت ترڪ ڪري ڇڏيا آهن، وسوسا وڃائي ڇڏيا آهن، ڀيد ڀلائي ڇڏيا آهن، ڪثرت ۾ وحدت ڏٺي، گهڻائيءَ ۾ هڪ حق جو هوڪو ٻڌو آهي ۽ هر جاءِ جانب، جو جلوو ڏٺو آهي. سنڌ جو سنڌي ڇا؟ ۽ هند جو سنڌي ڇا؟ هندو ۽ مسلمان پر هو به انسان ته هو به انسان.

جن سان ملاقاتون ڪيئه، تن کي ڪهڙي نه انوکي انداز ۾ بيان ڪيو اٿيئي! تنهن جي تصور کي تسليم آهي. مان پنهنجو بيان پڙهي اڏامڻ لڳس. اڏامي تنهنجي حيدرآباد ۾ پهتس. پر ويزا نه هئڻ سبب هيٺ لهي توسان ملي نه سگهيس. دعائون ڏيئي موٽي آيس. شال سدائين سرهي هجين، شاد هجين، آباد هجين.

تنهنجي ان سفرنامي ۾ اهڙي ڪهڙي ڳالهه هئي جنهن سنڌ جي ڪن اديبن کي رنجايو؟ تو

تہ پنھنجي سفرنامي ۾ سفر جو، سچائي، وفائي ۽ ايمانداريءَ سان احوال ڏنو آھي. ذري جو بہ وڌاءُ يا مبالغو ڪونھي. تو تہ فقط اسان جي پيار، مهمان نوازي، سنڌ ۽ سنڌين لاءِ سڪ جو نهايت سھائيندڙ ۽ وڻندڙ ٻوليءَ ۾ اظھار ڪيو آھي. اھو اظھار بہ تنھنجي نسبتين کي ناگوار لڳو؟ توسان ازل جي عداوت ھوندن يا پالنڪس جي پيچ ۾ ٻيڙيل ھوندا. نظرانداز ڪري ڇڏ اھڙن نڪتہ چينن کي.

زھر شيشيءَ ۾ ھوندو آھي تہ شيشيءَ کي نقصان نہ رسائيندو آھي، جيڪي حسد جو زھر سيني ۾ سانڍي پيا گھمن سي ٻھرين پاڻ کي ٿا ساڙين. دوزخ جي باھہ کان بغض جي باھہ وڌيڪ خطرناڪ ٿيندي آھي. تون پاڻ کي ان آگ جي اوڙو بہ وڃڻ نہ ڏي. تون ڪل الھن تي جي ڪامن ٿا. لک لھي تنھنجو "اندر جنين آڄ" ڪيني وارا ڇا قدر ڪندا؟ ھت تہ ھرھڪ سنڌي اديب جي زبان تي ھاڪ آھي. اتي الائجي ڇو ڪن کي چٺو لڳو آھي! اسان تہ خيال ڪيو آھي تہ توکان اجازت وٺي اھو سفرنامو ھتي ڇپايون. نہ ان ڪري تہ اسان جيڪا تنھنجي مرحبا ڪئي، تنھن جي تو تھدل سان شڪرگذاري ڪئي آھي، پر انھيءَ ڪري تہ تنديڙن تنديڙن واقعن کي تو ڪھڙي پيرائي، ڍنگ ۽ ادبي رنگ ۾ رچيو آھي. لفظ سيني وٽ آھن، پر لفظن جو جنسار تو جھڙو ڪو ڪري، واقعن جو ورنن تو جھڙو ڪير ڪري؟ پير حسام الدين، ابراھيم جويي جھڙن جوھرين تنھنجي جواھرن کي پوري پرک ڪئي آھي. اھا توکي ڇا گھرجي؟ واھ جو ابراھيم تنھنجي ڪتاب کي تڪيو توريو آھي ۽ ان جي قيمت ڪئي آھي ڇا سندس ڇيد آھي، ڇا سندس ڇاڻ آھي ۽ ڇا قدرشناسي آھي.

ھزارين دعائون
سڪ سان تنھنجو دادا
**رام پنجواڻي**

بخشش مهراڻوي

## غزل

سارو، لوڪ، جڏھن ستو ھو،
نيڻ، پنا ۽، مينھن وٺو ھو.

دروازي تي، نيڻ ڪُتل ھين،
تنھنجو ڪيڏو، اوسيئڙو ھو.

گيت رُنا ۽ تارا، ٽٽا،
ڪالهہ ڪوي، ڪو مري ويو ھو.

ھٿ ڪنبيا ۽ مٿ متڇيا ھين،
شايد ڪنھن ٿي سچ لکيو ھو.

—

نور محمد سومرو

## غزل

او پريـن منھنجو زماني ۾ ٿيو بدنام نام،
پيو ڪٿي ڪجھہ ڪمن ٿيو بس ھڪ وڌيو ناڪام نام.

مون وساريون بي وفايون تو ڪيون جي بي حساب،
پر نہ وسري مشڪدي جي واٽ ۽ پيو جام نام.

سُر ھوائن ۾ ڪھُليا شيشہ جھُليا ۽ جھوميا،
مون اُچاريو رات جو نيرا نت ۾ جانام نام.

*

# تبصرو

ماهتاب محبوب جو ١٣٢ صفحن تي مشتمل هي سفرنامو هن جي مئي ١٩٨٠ع ۾ ٻمبئي جي ڪيل دوري جو دلچسپ احوال آهي جنهن ڪي هن جي دلبر داشت قلم زيارت جو درجو ڪمال ڪيو آهي. سفرنامي ۾ ماهتاب محبوب جو اتم طرفان مختصر تعارف، ماهتاب ننڍي عمر کان ئي ادب ۾ لاڙو رکيو ۽ سندس فني صلاحيتن جو ڪمال سندس شاهه صاحب تي رهيل هڪ منو وگيانڪ مضمون مان ظاهر ٿيو. ان بعد هن ڪهاڻيون لکڻ شروع ڪيون. شروع ۾ ماهتاب منور عباسيءَ جي نالي سان ۽ هاڻي يعني شاديءَ بعد ماهتاب محبوب جي نالي سان لکندي آهي. سندس ڪهاڻين ۾ نج سنڌيت جو هڳاءُ ملندو. چانديءَ جون تارون، پرهه کان پهرين ۽ مٽي مراد سندس ڪهاڻين جا مجموعا قابل ذڪر آهن. ماهتاب جي ادبي زندگي جو هي مختصر تعارف هن جي مذڪور سفرنامي جي ڪٿ ڪرڻ لاءِ پورو پس منظر ميسر ڪري ٿو. هند جي ادبين، ماهتاب محبوب کي سنڌي ادب جي خاتون اول ڪري ڪوٺيو آهي. جيڪو اعزاز سنڌ جي ادبين هيلتائين آنجهاني ثميره زرين کي ان جي بي وقتائتي انتقال کانپوءِ ڏنو هو ۽ ان لحاظ کان ماهتاب محبوب وڏيڪ خوشنصيب آهي جو ان کي ادبي برادريءَ طرفان اهڙو اعزاز پنهنجي حياتي ۾ حاصل ٿيو آهي جيڪو مرده پرستيءَ کان حق پرستيءَ ڏانهن وڌايل وک جو مبارڪ مثال آهي.

سنڌي ڪهاڻي جي ميدان ۾ پنهنجو پاڻ مڃائي چڪي آهي، پر ان سفرنامي هن جي تخليقي وسعت ۽ ان جي گونا گون پهلوئن جون هر پڙهندڙ جي ذهن ۾ چٽگون پاريون آهن. پهرين چٽنگ عنوان "اندر جنين آڇ" پڙهڻ سان ئي پڙهڪي ئي آئي ۽ سفرنامو شروع ٿيڻ سان ئي هن جي سٽ سٽ سور جون سٽون آپاريندي ٿي وڃي.

گوتم ٻڌ جي منسوخ مورتين جو ذڪر ڪندي ماهتاب لکي ٿي، "ڇا ته فنڪاريءَ جو نادر نمونو هيون ڪوبه فنڪار ذهن ان نقصان تي جيڪو لڙڪ وهائڻ کانسواءِ رهي نه سگهي، پر جيئن جيئن دهشت گرديون وڌنديون ٿيون وڃن تيئن تيئن اسانجا لڙڪ سڪندا ٿا وڃن هي ته وري به مورتيون هيون هن دور ۾ هر روز هر پل قدرت جي اعليٰ تخليق انسان، ٻئي انسان کي ايذيون ته اذيتون ۽ عذاب ڏئي ڇچلائي ٿو ماري جو ماضيءَ جي اونداهي دور جي ياد تازي ٿيو پوي." هيءَ ماهتاب محبوب جي پنهنجي روح جي رڙ آهي، جنهن کي هن سفرنامي جو سهارو وٺي اسان تائين پهچايو آهي. دريا جي وڌندڙ ٻوڏ کي ٿوري وقت لاءِ ته ٻنڌن سان روڪي سگهجي ٿو پر سيلاب پوءِ به اڪين جا بند ٽپي ٻاهر نڪري ايندا آهن. جڏهن سياسي ماحول آهي اظهار تي پابنديون وڌيون وينديون آهن ته سوچ علامتن جو سهارو وٺي اظهار لاءِ نيون واٽون ڳولي لهندي آهي ۽ اهڙين حالتن ۾ قلم لفظن کي ڇهڻ بجاءِ گهاون کي ڪوٺڻ لڳندو آهي.

ماهتاب به ان سفرنامي ۾ اسانجي گهاون کي پنهنجي قلم سان ڪوٺيو آهي، "سنڌوءَ لاءِ اهڙي بي انتها جنوني ڪيفيت واري سڪ ڏسي هر موڙ

تي منهنجو هنيانءُ پرچي ٿي آيو، بندر تي ڳالهه
ڪي ڏسي جيئن ڪو ڳاڙهو هنيانءُ ڦاٽ رنڀات
ڪري، تيئن ئي سنڌ جا سپوت پنهنجي ڌرتي ماءُ
لاءِ رڙن ٿا، هو ماٿ سيٽ ۽ روئن ٿا، سندن اندر
۾ رت جون مانيون آهن."

سونکي يقين آهي ته ماهتاب محبوب جڏهن اهي سٽون لکيون هونديون ته هنجا هوا ڪي قيد ڪرڻ وارا هٿ شل ٿي ويا هوندا، ادب جي آسمان تي سچ جو سج اڀريو هوندو، چنڊ جي سيتلا ڌرتيءَ جي سڄي زهر کي چوسي ورتو هوندو ۽ منافق لفظن جو موت ٿيو هوندو. هوءَ بيباڪيءَ سان لکي ٿي: "وطن کان وڇڙيل سنڌي اسانجا ديسواسي ڀائر، سنڌ جا اصلي باشندا تهار نه ٿين ها ته هن ترقي واري دور ۾ سنڌ جو نقشو ٻي اور هجي ها. اسين پنهنجي ڌرتي تي پاڻ کي اکڙيل ۽ اوپرو رڳو ان ڪري ٿا محسوس ڪريون جو ان ۾ اسانجو پنهنجو ڏوهه آهي."

ڏاڍ ڏمر جي هن ماحول ۾ ايتريءَ بي باڪي سان اهڙو سچ لکڻ، پيرن ۾ پنجي ويل نيڻ جي ٻولي پڌائڻ آهي. هي سٽون ناهن، زير زمين لڪل سرنگن جا ڌماڪا آهن جي هند ۽ سنڌ جو هر سنڌي ٻڌي رهيو آهي يا هر درد کي ڪا معني آهي يا ڪنهن به درد کي ڪا معني ڪانهي "اندر جنين آڳ" ۾ پنهنجي آڳ لاهن لاءِ ماهتاب گهري پاڻي ۾ بنا لائيف بيلٽ جي لهي آئي آهي. پنهنجي ساهيڙيءَ سان گفتگو دوران، ماهتاب جون هي سٽون :

"ڏٺو ائين پاڻ کي، کهڙي ٿي ويئي آهين؟"

"چو چا ٿيو اٿم؟" ائين چوندي سون کيٽ ۾ لڳل آرسيءَ ڏانهن نهار ڪئي ته اتي ڪا حيران پريشان سهاراشڻ بيٺي آهي.

سموري سفرنامي جو سلسلو ڦهڪيل آهي ۽ ان جو لهجو دلچسپ آهي ته معشوقائون به. سٽ سٽ ۾ سنگيت پريل ۽ الفظ آبدار موتين وانگر جڙي بيٺا آهن. لڳي ٿو ته سفرنامو نه پر هڪ لنبي ڪوتا آهي، جنهن جي سٽ سٽ سنڌوءَ جيان چوليون چلڪائي رهي آهي. هر پل، هر واردات ۽ هر تاثر پڙهندڙ جي ذهن تي ڇاپ ڇڏي ٿو وڃي.

"مندر ۾ پير رکندي ئي مان ته جهڄي ويس، ڇا ته ان جو شان هو. اڇو کير جهڙو ڪليل شاهي صحن لتاڙي اڳيرو ٿيس سان ورانڊي جي اوسي پاسي مورتين جا سجيل ڳاهوڪا شو ڪيس ڏسي اچا به عقل چرخ ٿيو، پائنجي ته ڪلاڪن جا ڪلاڪ پيو ان کي ڏسجي. ڪروڙها روپين جي خرچ سان اهو مندر جڙي راس ٿيو. مندر ۾ آمريڪي عورتون ستيون جتيسرن پنجي، پاڪ پوتيون ٻي، اڇيون ساڙهيون اوڍي، جوڳياڻين جيان مٿڪا موتي ڳچيءَ ۾ وجهي، اوها ڳاٽ ڪنيو ٽيلارا پئي ڏنا ته آمريڪي مرد وري مٿي کي پولو ڪرائي، ڏکهي چوٽي رکي اڇن جن ۾ موٿيون ٽوڪيندا پڄن ڳائيندي نظر ٿي آيا. سندن اهي ترڪتال ته مون کي آمريڪي سامراج جي ڪا چال نظر آئي.

ماهتاب جي هيءَ جاچنا پنهنجي بي پناهه تاثر ۽ چيندڙ لهجي سبب شايد عرضي تائين وساري نه سگهجي. سٽن جو سانتيڪو وهڪرو جذبي سان هم رڪاب هلندو پنهنجي سمورين خوبين سان ڪنهن وسيع ۽ بيپناهه سمنڊ ۾ سمايو آهي ۽ محسوس ٿئي ٿو ته هڪ تخليق ڪار جڏهن باهه ۾ پگهرجي ٿو ته سون ڪيئن ٿو بڻجي. ڪتاب جي مهاڳ ۾ سنڌيءَ جي ڀهڳٽي ساهتڪار موهن ڪلپنا، ماهتاب کي "سنڌي ادب جو تاج محل" سڏيندي هن جي شخصيت جون ڪيئي ڪنڊون روشن ڪيون آهن. موهن ڪلپنا جو اهو مشاهدو ماهتاب ۽ موهن ٻنهي لاءِ مبارڪ آهي، پر ممبئي کان ٻاهر رهندڙ ادب برادري ان مشاهدي کان محروم رهجي وئي آهي. ماهتاب محبوب اگر هتان جي راڄڌاني واري رنگين شهر ۾ اچي ها ته يقيناً هن جو سفرنامو اچا به وڌيڪ دلچسپ بڻجي ها.



# سريت

ان ڪلاڪن جي ڦٽ ڦٽان کان پوءِ سندس منهن جي موڪري تختي، ميناڪاري ڦلن واريءَ چانديءَ جي سڳين سان ڳتيل ڇوٽين ۾ ڪُندن وانگر پئي ٻهڪي. گلابي ڳربيءَ جي الن والن جي ڳوريءَ شلوار تي، ڇُرچ سائي شيفون جارجيٽ جو هُرمچ جي پرت سان رنو ۽ پهراڻ پاتي، عطر جي اڌ شيشيءَ سان پنهنجو انگ انگ مهڪائي، جنڊيءَ جي هندوري تي آهلجي، پٽ تــي لڳل گهڙيال ۾ اکيون کُپائي، هن سگريٽن جا سوٽا تي سوٽا پئي هنيا، ته ڪڏهن ٺا چار وڄن جــو تيزگام اچي. گهڙيال جا ڪانٽا به سندس اکين وانگر هڪ ٺي هنڌ کُپي ويا هئا؛ پر ٽڪ ٽڪ سا ڇڻي ٻڌڻ ۾ پئي آئــي. اوسيئڙي ۾ اوٻاسيون ڏيندي ڏيندي ٻپهرن واري ننڊ جي ويل به ڏري ويــس.* جڏهن کان ڪنهن ڊائجيسٽ ۾ پڙهيو هئائين، ته ٻپهرن جي ننڊ مان حسن ۽ جوانيءَ ۾ واڌ ۽ نکار اچي ٿو، تڏهن لاڳر ٻپهــري واري ننڊ سندس لاءِ، ڪنهن عبادت گذار جي نماز وانگر عين ثواب ٿي پئي هئي. پر خير.... نمازون به تــه ڪڏهن ڪڏهن قضا ڪرڻيون پونديون آهن؛ تنهن ڪري اهو ڪو منجهائيندڙ مسئلو نــه هو، ڇو ته کيس خبر هئي، ته اها ڪسر اونهيءَ صبح جــو دير سان اٿڻ ۾ پوري ٿيندي هئي. کيس اها به خبر هئي، ته ان اگهور ننڊ جا نشان ٻپهرن واري ننڊ کان هزارين درجــا حُسن ۾ نکار ۽ نــواڻ پيدا ڪندا آهن.

انتظار جي عذاب کان بچڻ لاءِ، هوءَ مينديءَ رتن پيرن سان هندوري جي لتسي ۽ چلڪي ڪاٺ تي وڄت هڪري جهونگارڻ لڳي:

برهم دل کي ڪيو بي حال آ
هائي هڪڙي ڪيڙي ڄڻ سال آ....

گيت مزو ڏنس ۽ پنهنجي آواز جي لئي تــي پاڻ موهت ٿي پئي. موهه ۾ اکيون گهڙيال تان هٽي ويس. ٻهرين مصرع کان پوءِ ٻي مصرع.... ٽين مصرع ۽ اچان چوٿين مصرع پئي ڳاتائين، ته ٺيڪ اَن مهل تيزگام جي سيٽي به ڪن تي پيس. هوءَ انهيءَ دم شينهڻ اَن وانگر اُچل ڏيئي اُٿي ۽ آرسيءَ اڳيان ٻيهر پنهنجو ڀرپور جائزو وٺڻ لڳــي. چلي باداميءَ جهڙي رنگت تي، نڪ جي ست رنگــي لونگ، ڪهلين اکين واري وڻندڙ نقش ۾ ڄڻ ڪا لاٽ ٻاري ڏني هئس. سامت ٻري مُرڪ صحتمند چپن تي پکڙجي ويس؛ جا هر حسين ۽ زال جي چهري تي، پنهنجي جوڀن کان مطمئن ٿيڻ مهل ازخود پکڙجي ويندي آهي.

هوءَ کهڙي به هئي ته به اعليٰ ۽ نفيــس ذوق جي مالڪ هئي. پنهنجي ڪپڙي لٽي جــو خاص خيال رکندي، هميشه اڇي اجري صاف سٿري رهندي هئي. جتان لنگهندي هئي، اتان موتئي جي مهڪار پکڙجي ويندي هئي. انهن ڏينهن جڏهــن وٽس هو ايندو هو، تڏهن ويتر پاڻ کي ٻهڪائي رکندي هئي. هن کي ڄاڻ هئي ته مرد اهڙي زال مان ڪڪ هوندا آهن، جنهن جي جسم مان هر وقت ٿوم، بصر، هيڊ ۽ ڪهر جــا ململ ڄُليل ڀپڪا پيا ايندا آهن؛ جيڪي رڳو ان مهل ٽرنڪن ۽ ڪٻٽن مان سٿيل سهڻا ويس وڳا ڪڍي پائينديون آهن، جڏهن ڪين ڪيڏانهن اٿو-ويهو هوندو آهي.

* "برسات"

آنهن ليکي مرد مڙس ٿيڻ بعد ان قابل نہ رهندا آهن، جو سهڻا ڪپڙا پائي آنهن جون اکيون ۽ دل ٺارجي. هوءَ اڳئين زماني جي دلربا حسينائن نازنينائن وانگر نجا ۽ خالص سينگار ڪندي هئي. گلابي رنگت ڪاڻ پنير ۽ رَسول جا ورهم جهڙا وٽا پيئندي هئي. ڪيسوڦلن جي پاڻيءَ ۽ کير جي ڦيڻ سان مُنهن ڌوئيندي هئي، ماکيءَ جون سرايون اکين ۾ وجهندي هئي. تيل ڦليل، سرما، ميندڙيون مساڳ استعمال ڪندي هئي. وارن کي ميٽ ۽ ليمي سان ڌوئيندي هئي. چيلهہ کي تاحيات مضبوط رکڻ ڪاڻ ڪونئر ۽ چتوڙ ڪٽي ڦڪيندي هئي. جسم کي سدا جوان رکڻ لاءِ طرح طرح جي تيلن ۽ عطرن جي مالش ڪرائيندي هئي. هن کي ڇوري تي ڪريمن، پائوڊرن ۽ لوشنن جا ليپا پوچا بنهہ نہ وڻندا هئا... ها، هڪ پيرو سو ڪيس ' آئل آف آولي ' لڳائڻ جو شونقڙو ٿيو هو. اهو خيال هوڻ‌ءَ پاڄي بہ نہ اچيس ها؛ پر جڏهن ڏٺائين تہ ولايتي زالون تہ ڇڏيو، ديسي بہ انهيءَ سؤ سوا جي شيشي کيڏ مکين وانگر چتيون هيون، تڏهن سوچيائين ڪا تہ مٺيا منجهس هوندي! جڏهن هڪ رات مومل کيس ان شيشيءَ لاءِ فرمائش ڪئي هئي تہ هن ڇاتيءَ سان لائيندي چيو هئس: "سچي سون کي پالش جي ڪهڙي ضررت" تڏهن انهن لفظن جي سرور، ڪهڙيءَ کن ۾ سندس نکريل روپ ۾ جيڪي جتر ڦٽل پاري ڏنا هئا، سي ' آئل آف آولي ' جي شيشي ڪن ورهين جي استعمال تائين بہ نہ پاري سگهي ها. هن تہ ڪٿي پنهنجي ڪيسي بچائڻ ڪاڻ اها ڳالهہ ڪئي هئي، پر هن تہ اهي پول هميشه لاءِ هنئين ساڻ هنڊائي ڇڏيا هئا. هڪ دل گهريو دلدار، جيڪو مردانگيءَ جو پربور ۽ مڪمل نمونو هجي، ان جي طرفان ٿيل تعريف کي پلا هوءَ ڪيئن پئي وساري سگهي. هن کي بہ جي نقلي سينگار سڙا وڻن ها، تہ پوءِ لاچار اهي ليپا پوچا استعمال ڪرڻ کان وسئون کين گهٽائي ها، پر سندس نجا ۽ خالص سينگار هن کي وڻندا هئا. آهي منڙا پول اڄ بہ ڪنن ۾ پڙيس پئي، جڏهن چار پنج مهينا اڳ هن جي سريت ٿي، هن مسواڙ واري گهر ۾ آئي هئي.

هُن سندس اکين سان مُڏ جا ڍڪ پريندي ميندي‌ءَ رتو نازڪ هٿ پنهنجي ڳاڙهي ٽڪ سان سُنڌيءَ واري رعبدار ڳري هٿ ۾ جهلي زور سان دٻائيندي چيو هئس:

"جانب، تنهنجي جمال جي مان ڪهڙي ساراهہ ڪريان، تنهنجي انهن سينگارن تہ مون کي بنهہ سُڪ ڪري ڇڏيو آهي."

"ڇو پلا؟"

"اهي سينگار آهن سون تي رتيون."

"ڪيئن پلا؟" آڙيڪاپ هئي، تہ بہ پورڙي ٻڌجي پڇيو هئائينس.

"ڇاجي ڪري؟" هن هينئن ڇپ جي ڪنڊ کي چڪ پائيندي پڇيو هو.

"مان توکي دل سان ماڻي سگهندو آهيان.''

"انهيءَ ڪري جو تنهنجي نقلي پنبڻين ڪرڻ جو ڊپ نہ هوندم، تنهنجي وگ وڪرڻ جي ڳڻتي نہ هوندم، نوڪدار ننهن سان اک نڪرڻ جو پؤ نہ هوندم، لوشن جو ليپ وات ۾ وڃڻ جو آلڪو نہ هوندم ـــ وڏي ڳالهہ تہ فيشن ڪاڻ فاقن ماريل هڏائون جسم ٽڙڪڻ جو اونو بہ نہ هوندم!" هن جيئن پوءِ تيئن ويجهو ٿيندي چيس:

"اهڙيءَ سان پلنہ انڪيو هئيئي ڇا؟" هن گهورن سان گهائيندي پڇيو هئس.

"توبهہ ڪرا" هن ٽڪ ڦٽي ڪندي ورائيس "مون کي سڪل هريڙيون نہ وڻنديون آهن، جن کي ڪٽي ڦتڪي ڪائي ڇڏجي."

"تڏهن ڇا وڻندو اٿئي؟"

"مون کي ڳڻون جهڙو پڪو گوشت وڻندو آهي، جنهن کي چيچاڙڻ ۾ مزو ايندو اٿم." هن سندس هپس تي زوردار ٺاپي هڻندي ورائيو.

"مون تان ڪلمون ٿو ڪرين." مومل پانهن ۾ هلڪڙي ڇهنڊي پائيندي چيس.

"سچي مون کي توجهڙي مضبوط زال وڻندي آهي."

"۽ مون کي تو جهڙو مثيادار آدرشي مرد، بهادر ۽ سگهارو ... جنهن جي پير جهڙي ٿڌي ڇانوَ ۾، مان سڄي حياتي ٿڪل مسافر جي اکيون ننڊ جيان گذاري ڇڏيان." هن سندس ڇـريت جيتري ويڪري ڇاتيءَ ۾ پنهنجو منهن لڪائيندي چيو هو.

تن ڏينهن هوءَ ساڻس حجاب ڪندي ٿـورو گهٻرائيندي هئي. وقت سان گڏ جڏهن حجاب لهي ويس، تڏهن خوب انگل آرا ۽ حجتون ڪرڻ لڳي هئي. هينئر به ادائن جو اسير بڻائڻ لاءِ، ڪو سٺل سٺي هوءَ سُرڪي پئي ۽ آئيني آڏو هئي، سيز تان پيڪٽ کڻي لائيٽر سان سگريٽ دکائــڻ لڳي. ٽانگي جي چڻ چڻ تي هوءَ ٻوڙي دريءَ ڏانهــن وئي، کيس ايندو ڏسي هڪدم سگريٽ اڇلي، در جي ڪنڊي کولي، ڏاڪڻ لڳ ڪوليءَ ۾ گهڙي آمالڪ پنهنجو پاڻ کي کٽ تي سٽي، منهن ويڙهي پئجي رهي. ڏاڪڻ تي هن جي هلڻ جو آواز جڏهن ڪن تي پيس تڏهن کيس ٻڌائڻ ڪاڻ، درد جي پيڙا سان ٽنگ ٻانهن ڇورڻ جي بهاني، وڏي رڙ ڪري چيائين: "اي الله شڪر آ تنهنجو! اهڙين حالتن ۾ ڪيو اٿيم جو سڄڻ پونگن ۾ پئي پرين لاءِ پساهه کڻان...."

هن اهو درديلو فرياد ٻڌو، پر انبن جي وڏي ڪوڪي کيس منجهائي ماريو، تنهنڪري ڪارومينٽڪ سچئيشن ڪرئيٽ نه ٿي سگهي، جا اهڙن موقعن تي ٿيڻ گهربي هئي; رهندو هڪل ڪندي چيائينس: "سوسل .... هي ته وڌائيم، ڦاسي پيو آهي ...."

" آءٌ ٿي مران پنهنجي ساهه ۾"; داد له ٿيندو ڏسي رُڪائيءَ سان وراڻيائينس. "ڇا ڦاٿو اٿئي؟"

" ڪوڪو ڦاٿو آهي" هُن پڪهر آ ڪهندي چنگهه چنگهان مان وراڻيو.

"ڪٿي لڳو اٿئي ڪوڪو؟"

"اوهو... چه... ڪوڪو نه، ڪوڪو; ڪوڪو! انبن جو ڪوڪو ڦاٿو آ در ۾..."

" الا ... آءٌ ته آئي به نٿي سگهان ... ڪوڪو ڪڍان ڪڍائيندس؟" موڪل نزاڪت پرين نـوع مان ڪوليءَ اندران وراڻيو.

هُن جو رُڪ جهڙو تتل بدن ويتر باهه ٿي ويو.

ڪاوڙ ۾ در جو پيو طاق لُونٽ سان جهڙو ڏڪيائين، تيئن لُونٽ ڦلجي رتو رت ٿي پيس... جوش سان وٺي جو ڪوڪي کي متان آڇل ڏنائين، ته سڄو اڱڻ انب انب ٿي ويو. ڦهڪو ٻڌي هوءَ، دَٽ هنيو پئي هئي، ڏهڪاءُ سان اندر ئي اندر سُسي وئي.

"مار !! ڏاڍو ڪو جوش وارو آهي; پر مڙس ته ڦڏو نه ته جڏي جو جڏو، اڳڙيـن جو ڳڏو به پلا ڪو مڙس ڇئيو..." پاڻ کي آٿت ڏيندي سوچيائين.

شينهن جهڙو مڙس پڳهر ۾ شل ٿي هن جي پر واري نٽ ٿي پکي هيڏان اچي ويٺو. هوءَ زالن جي سد جوان اداس ٻنهدر همدردي حاصل ڪرڻ لاءِ، جيئن جو تيئن منهن ويڙهيو پئي هئي. هيڏانهن هو، پرئي سَٽ جيان همدرديءَ جون آسيدون رکيو ويٺو هو، پر ڪوبه پونڊ ٽڙندي نه ڏسي آخر پاڻ ئي ڪڇيو.

"ڊيئال ته ڏ جان، لُونٽ مان رت پيو وهي."

"ڇا مان پيو رت وهئي!" هن ڪنن تان چادر هٽائيندي بيتابيءَ سان پڇيس.

لُونٽ مان، لُونٽ مان! ٻڌءِ ڪونه ڇا؟"

" الله پناهه ڏي; آءٌ نه سڄي ٻجي ويس ته الائي ڇا مان پيو وهي."... هوءَ نزاڪت سان ائين چوندي منهن بيڙو ڪري سنڌن جي سور جي مريض وانگر آئي.

" الا ... ا ... ڇُري به نٿي سگهان... سڄو بدن چڻ پڇيم پيو، ٽڙڪات پيا نڪرنم، پر تنهنجو رت ڏسي ٿي آئان ته متان سون دل ۾ اهو ئــــم سوچين، ته ائين ڏينهن سهمان ٿي تو اچان ته منهنجي اها عزت آهي!" وهنجي مان ڊيئال آئي ڪپهه جي ڦُڙي تي لڳائي. رت اکين کان پوءِ مِٺي زهر جي چُريءَ سان ڇهڪ ڏيئي لوڻ ٻُرڪيندي پڇيائينس:

" ڪٿس پوليءَ ڇڏيو اٿئي جـو آيـو آهين."

هن جي زال ايمٽا جو ذڪر هوءَ پوليءَ جي نالي

سان ڪندي هئي. ”ڪيترن ڏينهن جي موڪل ڏني اٿئي پوپٽ؟“

”هون! هو ته ڇا موڪل ڏيندي مان پاڻ ڇڙو ڏيڍ ڏينهن لاءِ آيو آهيان.“

”بس ڏيڍ ڏينهن لاءِ! ڇو؟ سون ڪو ڏوهه ڪيو ڇا ... اٺ ڏينهن رهين پوپٽ وٽ ۽ ڏيڍ ڏينهن سون وٽ! آءٌ ڪا ان پٽ کان به ويس ڇا، وري به جوان ته آهيان ايڏي سونهن ڪٿي ڪونه اٿم.“

”ڪير ٿو چوي ته تو ۾ سونهن ناهي، ڪو تو جهڙو ٿي ته ڏيکاري“ اک پٽيندي چيائينس.

”پيارا مان ته پاڻ کي ڪجهه به نه ٿي سمجهان؛ پر هن کل کان وري به چڱي آهيان، پاڻ جي پيري کان ته سٺي آهيان جنهن کي ڏٺي پيو ٻپ وٺي.“ ائين چوندي منهن ۾ جهوم پائي ڏنائينس.

”آئي هان! اهو اکين کي ڇا ٿيو اٿئي؟“

”ڇا ٿيو اٿم؟“ هن هراس مان تڙتڪڙ ۾ اکين تي آڱريون ڦيريندي پڇيو.

ڏرا ڇو ڏيئي ويون اٿئي؟ سون تنهنجو منهن هينئر جاچي ڏٺو آهي.“

”توکي ته سدائين مسخري سجهي“ هن چڙ مان چيس.

”نه نه، الله جو سئهن، مسخري نٿي ڪريان هي ڏکي گاڏيءَ وارو مک اکين ۾ ڇو هنيو اٿئي ويٺو هنئين ڇا ڏکي گاڏيءَ ۾ جو هٽ اک کي لڳي ويئي.“

”هه هه ....“ ڀرو ٿهڪ ڏيندي ورائيائين ”اهڙي ڪائي ڳالهه ناهي؛ اڄ اپٽا سرمو پارايو هئم.“

”پوءِ سرما پائي سهاڳي ٿيو اتي پيو هجين ها نه موڏانهن ڇو آيو آهين؟“

”تون ته ڳالهه مان ڳالهوڙو ڪيو ويٺي آهين، هاڻي ڇڏ روساسو.“

”ڪري آهي ان پيريءَ ۾، جو نوان نوان لاڏ ڪري ٿي توکي پرپائي. وڃي منهن ئي ڇهنڊو هڻ، هنيانءَ ٿو ڦاڙينم.“ ناز مان نڪ گهنجائيندي چيائينس.

اڇو رئو ڪليءَ تي ٽنگيو پيو اٿئي، انهيءَ جي ڪنڊ پسائي اکين کي زور سان مهٽ ته ڪارنهن نڪري.“

”حاضر منهنجي سائڻ، حاضر!“

هو آئي وهنجڻيءَ ڏانهن وڃڻ لڳو، ته هيءَ وري ڪٽ تي آهلجي پئي ۽ هٿ ڊگهيري سائيڊ ٽيبل تان ننڍڙي آرسي کڻي پنهنجو منهن جانچيندي وڏي واڪ چيائين:

”سرمو سڪو پائي، پر اک اک جو ڦير'

مون کي ته ڏس، ڪيئن نه لهي ٿو، اکيون ڪلمو ٽونئر ٿيو پون، تو وانگر نه ته ماڳهين اندر گهڙيو وڃن.“ آرسي واپس رکندي چيائين: ”تون ته وري به سدا ملوڪ آهين، پوپي پائيندي هوندي ته صفا مڙي لڳندي هوندي. رکيو سرمو ئي سرمو ڏسبو؛ هوندو؛ اکيون ته ڏسبيون ئي ڪونه هوندس، نئون مانهو ڏسيس ته پائين جڻ اکيون ئي ڪونه اٿس. وري خدا جي قدرت جيڏانهن وڃي ته سون پائي نه منهن نه مهانڊو.“

”مون ته ڪونه لهرائي ڏيو اٿس، ويچاري پنهنجو ڪٿي آئي هئي.“ هن وهنجڻيءَ کان ٻاهر اچي اکيون مهٽيندي چيس.

”جنو نوربڙيءَ ئي ڳالهه ڪئي، ته عشق مان توسان پرٽو ڪيو هٺائين، جڏهن مسواڙي هوندو هئيس ته منگهه مان سرهيون ڇڻيون آڇليندي هئي. نوڻن جون ٿهيون ۽ سون جون ڳوٿريون جهٽائيندي هئي. ڇنبو ته ملڪيت واري هئي، تنهنڪري سرڙو پوهي ۾ ڏنئي!“

”اهڙين ڳلا خور رنن کي اڄڻ نه ڏهندي ڪر، جو هرو ڀرو دليون خراب ڪن.“

”آهي به توهان جي شريڪياڻي، منهنجي ڪا سائس ربي ڪا خريفي! تون به ته مون کان لڪي لڪي پوپيءَ کي شهر گهمائڻ ڪاڻ وٺس آئي رهائيندو آهين، مون کي به سب خبرون پيون پون پر مون ڪو ڪڏهن ڪڇيو؟“

”کھمائڻ وري ڇا جو،“ هن سگريٽ جو سهارو ڳوليندي کيسا ڦالهيا. ”عـلاج لاءِ آئيندو آهيانس.“

”هائو علاج ! ڇاڻان ئي ڪونہ ٿي؛ اهـي جوڙهين جهڙيون شهر گهمڻ ۽ خريداريون ڪرڻ ڪاڻ، سدائين اکيون ٿيو، اسپتالن ۾ ڪمرا بڪ ڪرائي، محفلون مچايو ويٺيون هونديون آهن. ڪهڙي ڦري، ريشم گليون لتاڙي، دڪان ڀاري، پڻائـن جي خيمن مان ڏڪا ٿاپا کائي، وري اکيون ٿي اچي ڪمري منجهہ ڀنڊيون آهن.“

”دلبر، هاڻي سُر ۾ اچ؛ ڇڏ پرائي پچر، ڪي قرب جون ڳالهيون ڪر، تہ مان بہ خوش ٿيان.“ هن سائس پڇڻ جي پيٺي نہ ڏسندي ڳالهہ بدلائي ۽ پنهي هٿن جون آڱريون پاڻ ۾ ڳنڍي اکاءَ ڪڍي خوفناڪ آرس ڀڳائين. هوءَ ڏڪي وئي.

”ڇا ٿيئي؟“

”ٿيندم وري ڇا،“ هن اکين ۾ خمار ڀريندي ورائيس: ”تنهنجي قرب جو بکيو آهيان. هيڏيون منزلون خاص تولاءِ تہ ڪري آيـو آهيان. هت تہ اچي ويهہ، ايترو پري ڇو ويٺي آهين؟“

”آءٌ اتي ئي چڱي آهيان.“ هن ماٺو ڪندي وهاڻو جهٽايس. ”اچي هي ويهاڻو رک؛ ڇيلهہ سنئين ڪر تہ مان تنهنجي ڪاڻ چانهہ پانهہ ڪاڙهـي اچان ... ڇاڪ تہ ڪونہ آهيان ... پر ڇا ڪيان... آلا ... ا ... ا ...“ هن ڪٽ تان اٿندي، پيڙا مان ڇيلهہ کي جهليو، وک وک ۾ ڪٽي رڌٽي ڏانهن وئي. اهو لقاءُ ڏسي هن جا چپهہ چچي پيا؛ ڪي گهڙيون تہ ٻيءَ ۾ پيو هو، پر پوءِ دل ئي دل ۾ ڪو حساب ۽ ڳڻپون ڪري سامت جو ساهـہ کنيائين ۽ بليڪ اينڊ وائيٽ ڪشن واري ڇيڇاني بوڻن سوڊو رڌٽي ۾ ڪاهي پيو. چُلهہ وٽ صندلي تي ويٺل ڏسي ٻڌن تي زور ڏيندي لاڏ مان چيائينس: ”جاني تون ڇاڪ ناهين، ڇڏ ڪٽي انهيءَ چانهہ جي خفي کي.“

”آ ... آ ... هہ ...“ هن پٺيءَ کـي سنئون ڪندي راحت مان هلڪڙي دانهن ڪئي. ”آءٌ تہ انهن سڙد ٿن پيڙن ڪڻ جهڙي ڪر ٻاڙيل هئس... ڪالهہ ـ ـي حميدا... ـان ... لش ڪرائي پيڙا ڏياريم تہ ماڳهين ٻچان پئي آئي، ڇڙڪ ماڪوڙا پئي ٻت تي سُريا.“ منٽ ـ ـن جي آسيس ڪانپوءِ آمالڪ هٿن کي جهليندي چيائينس: ”بس، ميڏي سائين! هاڻ گهٽيون هلاڪيون نہ ڪر، اهو تنهنجو شان نہ آهي. هلي پلڙ ۾ ٿي ويهہ، ٿڌيون هيرون پيون لڳن، مان اجها ٿي چانهہ کنيو اچان.“ هن پنهنجي ادائن جا تير نشاني تي لڳندي ڏسي، ناز مان ڪيري ٿيندي چيس. هن مرڪي نهاريس ۽ ڪـو گيت جهونگاريندي، پلڙ ۾ اچ آرم ڪرسيءَ تہ چنگهون پکيڙي ويٺو، رکي رکي پير بہ ٿي لوڏيائين تہ سيٽي بہ ٿـي وڄايائين. ايتري ۾ هن چيتڻ جهڙي ڇيلهہ کي موڙا ڏيندي، چانهہ جا ٻہ مگا ٽري ۾ آڻـي اڳيان رکيس. پاڻ بہ سامهون ڪرسي تي ٿي ويٺي. چانهہ ڏسڻ سان هـن جي اکين ۾ تازگي اچـي وئي، پر پهرئين ئـي ڍڪ پيئڻ سان ڍرڪي پيو، لوبان جهڙو منهن بڻائيندي، چيئينس:

”چانهہ جي پتي آ، ڪين اگربتي!

”پاڻ ئي تہ آندي هيئي، پيارا!“

”مان تـہ ولايتي سهڻا دٻـا آڻيندو آهيان، جهڙڪي عام جام پيا وڪرو ٿين.“

”تڏهن سون اهي اگربتيـون ڪٿي وڌيـون اٿمانس؟“

”دلبر ائيـن ڪٿي ٿـو چوان، مـان تہ پاڻ حيران آهيان تہ اهڙا سهڻا دٻا...“

”تون پاڻ ڏس، انهن سهڻن جو حال اجهو اهو ٿئي. ’مٿون ڇڪي مکي، اندرون ٻڙ ٻڙ دکي‘، انهيءَ ڪان تہ پنهنجـي ديسي چانهہ چڱي. پرائي ملڪي تي هرکجن مردن جي هونءَ ئي پراڻي عادت آهي. ولايتي دٻا هجن يا پرايون زالون، ملڪي تي تي واڄ پٽيو وڃين.“

”جاني، اهي تير مونڏانهن تہ نہ آڇل، مان تہ تنهنجي خمدار زلفن جي ڪوڙڪي ۾ اڳ ئي سُڪ ٿيل آهيان.“

"هائو، بلاشڪ! تڏهن ته اڪيلي نڏنڪي غيبائي ٿيو پئي هوندي آهيان!" ڦري گهري ڪيس پنهنجي درد اچي ورايو.

"منهنجي دل، اهي جدايون وقتي آهن، مان ڪوشش ۾ لڳو پيو آهيان، ته توکي هلي پاڻ سان گڏ رهايان."

"جڏهن عضوا ٻنگهون ٿيندم، تڏهن ڪلهي تي کڻي هلي لنگيندم ڇا؟"

"ڳالهه ٿي ڪرين! اڃان ته پاڻ پئي ننڍا آهيون."

"جوانيءَ جا ڏينهڙا به ته اهي چار ٿيندا آهن، نئين ته ڪانه ساماٽبس!"

"فڪر نه ڪر، تون سدائين جوان رهندينءَ."

"فڪر ڪيئن نه ڪريان، انهن رات ڏينهن جي اوسيئڙن ته منهنجو سِر وڃائي ڇڏيو آهي."

"جاني اوسيئڙي ۾ جيڪو مزو آ سو ملڻ ۾ ڪٿي؛ هو پڌو نه ٿسي ... ڳولهيان، ڳولهيان ۽ لهان ..."

"ها، باقي اها ڪسر رهيل آهي، جو سندرو پڌي ڳولهيندي وتانءِ ...."

"مٺي ڇڙو مثال ڏنم، ڳولهيندينءَ ڇا لاءِ، مان ته تنهنجي هر ساهه ۾ سمايل آهيان."

انهيءَ جواب هن کي ڪوري فڪر جيان ڦاري رکيو. مٺي لهجي ۾ ڏوراپو ڏنائينس:

"اٿين ايندو هئين، هاڻ ته ٻه ٻه هفتا ٻسم گذريو وڃن. اڳيون قرب نه رهيو تنهنجي مون سان."

"اهڙي ڪائي ڳالهه ناهي جاني، مان ته پتل به تو بِن نٿو گهاري سگهان؛ ڇا ڪيان ڪڏهن ڪم ڪاريون ٿي پونديون آهن."

"گذريل هفتي ڇو نه آئين؟ تنهنجي واٽ تڪيندي اکين جون ڏياتيون ڇڻ اجهامڻيون ٿي."

"گهر چاڪائي ڪونه هئي تنهنڪري نه اچي سگهيس."

"ڇو، وري ڪهڙو ڇٽو لڳس؟" مصريءَ جهڙي زبان اوچتو ڪڙي ادامي لهجي ويس.

"ڇوٽون مهينو اٿس."

"اونهه، اها ته سدائين مهيني مهيني ڪوڙ ڪيو ويٺي اٿئي ته پيٽ سان آهيان. ڪٿان آيس پيٽ! ويٺي توکي خوش ڪري، مگر ڪي به ڪڏهن ڏند ٿيا آهن؟"

"ڪوڙ ڇا لاءِ ڪندي" هن زهر جي ڍڪ وانگر چانهه کي گهيٽ ڏني. "ويچاريءَ کي ٿئيس تو پر ٻچيس ڪونه ٿو."

"بس بس گهڻو ٿيو، اهي اير نه نوڙي ته وٺي ڪيئن!"

"هيئنر تازو ڏيڍ مهيني جو ٻار ڪريس ته دائيءَ جي چوڻ سان، مگر ۾ گڏائي ڳوڙڪائي ڇڏيائين."

"توبهه!! الا!! آخ....خ!" اڌ پرين مگر ڏڪار مان پري ڏکي چوڻ لڳي:

"منهنجو ته روح ئي ڦيرائي ڇڏيئي ... پچڪ... رن ذاتڻ ئي جا ٻچا ويٺي ڳيهي الله پليندس پنهنجي پلئي."

اهو پڌي هن جي منهن جو رنو ئي لهي ويو، ڇڙ مان چيائينس: "تون ته سدائين مائهن تان ڇٽرون ڪرين."

"ڇٽرون وري انهيءَ ۾ ڇا جون آهن ٻارا سچ چوڻ ۾ ڇو ٿي باهه لڳئي! سيائڻ صحيح چيو آهي ته هن زماني ۾:

'سچ ميرهان، ڪوڙ ڳنڍ؛
پير پنسا، زال ڪسر!'"

اڃا ته هفتو ڇڙو تو وٽ رهان، ته تون ته منهنجو جيڪر اندر ئي ساڙي ڇڏين! ڏيڍ ڏينهن ٿو اڃان ته به سڙيو جليو پوءِ ٿو وڃان." هن مگو خالي ڪري سگريٽ دکائيندي چيس "ها...ا...ن! توکي ايڏي پوپيءَ جي ڇڙ لڳي آهي؛ پر اها جي نڪاح ڪري سامهون وٺي ويهاريندين، پوءِ ته سندس چوڻ تي روز سوچڙا به ٺوڪيندين!"

هن جو هڪدم موڊ بدلبو ڏسي سياڻي سياستدان وانگر پلٽو کائي ويو.

"ڇري آهين؛ اجايا ٿي خيال ڪرين، آءٌ سچو تنهنجو آهيان. مون ته پوڳ ۾ تنهنجا آزمودا

ٿي رنا.''
''ڪهڙا ٿـو منهنجا آزمـودا وٺين، ڪو آۀ لچي لفنگي آهيان ڇا؟ اڳ ڪونـہ ڏٺو هيئه ڇا؟ منهنجو مرحيات بابو، خان خالان تر جو وڏو زميندار ڏاڏو جاگيردار، پڙڏاڏو پرڳڻي جو حاڪم، آۀ اصل خاندانن، حاڪم زادي پر اهـا تـہ منهنجي قسمت هئي جو:

''منهن ڏوڙ مٿي سـر پايم،
سارا ننگ نــاموس وڃايـم،
ڪوئي پڇڻ نہ ويڙهي آيم،
هٿون آلٽا عالم ڪلندا، ڪوئي محرم حال نہ ملندا،
ڪيا حـال سڻاوان دل دا ...''

هن ڪن تي هٿ رکي غلام فريد جي ڪافي زاهدا پروين جي اسٽائيل ۾ ڳائڻ کـان پوءِ ٿڌو ساهہ کڻي چيو :
''هئہ نصيب! ڪتو بہ ڪاڏم ڪـک بہ نہ پريم!'' اهو ٻڌي هن جـون اکيون ڏانداٽا ٻڌجي ويون، پر سور ٻي ويو.
''چئبو تہ هاڻ مان ڪتو بہ ٿيس!''
''ڪو توکي ٿي چوان ڇا، اها تہ چوڻي آ.''
''بس، تنهنجي پريت مان اسان کي اهي ئي نتيجا ملندا ...''
''پيو ڪهڙا ملندئي؟ پوپيءَ وانگر مون وٽ ڪڳل تہ ڪونهن، جيڪي منگهن مان جهٽائيندي هيئي، جو اڄ وٺي ٿي. اسان منگهن مان مڙيـن وانگر عشق ڪونہ ڪمايا، اسان ظاهر ظهور پير تي ڏونڪو هٽي تنهنجي قرب ۾ ڪنڌ نوايو.''
''الائي ڪير ٿـو اچي توسان اهـي خبرون ڪري!'' پريشانيءَ مان سنڌ جي نقشي واري رنگ برنگي ٽڪن جي ٽوپي لاهي، مٿو کنهندي وراڻيائينس.
''ميهڙ مان پوپيءَ لاءِ مينديءَ جا دٻا گهرائين. حيدرآباد مان 'ڪالا ڪولا' جا ٽيوب آڻيـو ڏينس اهي مکي هاڻي جوان ٿي ٿئي، ولايتي ڪڪڙ وانگر جيڪا چمڙي پئي لڙڪيس، تنهن جي ڪا ڪل ئي ڪانهيس، انهيءَ جو بہ تہ ڪو بلو ڪريس نہ!''
هن چڻ زهر اوڳاڇيو.

جواب ڏيڻ لاءِ هو ٿورو منجهي پيو، پر ذهن ۾ آئيڊيا جـو بلب روشن ٿيس. سگريٽ ساسر ۾ ۾ چٿيندي، ٿوڻن ڦيڻن کي ڊال جي طور استعمال ڪرڻ جو طريقو ڳولهي لڌائين.
''جاني! خبر ناهي سڻ کي ڇا ڪيو اٿس، جو مان هن آڏو انڌو ٿيو پيو آهيان.''
''ڇا وري ڇا ڪيو اٿس'' وار نشاني تـي لڳائيندي وراڻيس. ''رڳو سوڻ تي سر ڏيو پيو آهين.''
''منهنجي ليلي ... منهنجو سر تہ مجنوں وانگر رڳو تنهنجي محبت ۾ مستان ۽ غلطان آهي.''
''موهڙو هٿان اهڙي محبت کي جنهن ۾ هوند شڪر نہ ٿئيم'' ائين چوندي ڳوڙهيون ڦوڪي، منهن سونڊائي، ماٺ ڪري ويهـي رهـي. مچ بـہ سوڙ وجهڻ جي تياري ۾ هو. ساسرون سگريٽ جي ٽوڻن سان سٽجي ويون. هـن کـي پنهنجو پنڌ هن پيري صاب پوندي نظر نٿي آيو. ڪـي پل ٻاٽ اوندهہ جهڙي ماٺ رهي. آخر هيڻين واٽ وٺڻ کان سواءِ ٻي واهہ نہ سجهيس. پانيائين، لڳو تہ ٽير، نہ تہ تڪو. نماڻي آواز ۾ چيائين :
''منهنجي مٺي، ڪجهہ ڪـارائيندئين يا ٻکئي کي ويتر ٻک ماريندين؟''
''جيڪي چئو'' ـ هن هفتن جـون سانڊيل ٻاهون ڪڍڻ کان پوءِ ڪجهہ هلڪي ٿي.
گهٽي تڪليف نہ ڪجان جاني ...'' هـو سنگهہ ڪڍي ساڃو ٿيڻ لڳو.
''ڇگو تہ پوءِ آۀ ٻٽالو ٿي تري وٺان، تون اسٽور تان پڪين پڪاين جو هڪ پئڪيٽ وٺي اچ .''
هن ٽهائيءَ تان مگا ساسرون ڪڻندي وراڻيس.
''نہ نہ، ڏوڙ وجهين ٻٽاٽن کي! پڪيون پڪايون ڪارائي ڇو ٿي منهنجا پئي جهان وڃائين!''
''ڇو انهيءَ کي وري ڇا ٿيو؟''
''ماڻهن الاهي وهم وجهي ڇڏيا آهـن، پوءِ ڇا ڪجي، تون آئي ڇانور ٿاهہ، تہ مان ڇهر وٺيو ٿـو اچان.''
''ٿڪو آيو آهين، ماٺ ڪري سمهي رهہ .''

پٽاڻو لٽو ڪاٺين تہ واڱڻ يا پيلهيون تري ڏيانءِ.
ڇپيءَ ۽ ڪريلا بہ پيا آهن.''
'' اهي ترڪاريون سون کي نہ وڻنديون آهن.''
ائين چوندي ٽپ ڏيئي ڪرسيءَ تان اٿيو، ٿرماس
کڻي ڏاکڻ تان هيٺ لٿو تہ ساڳيون ڇڻ ڇڻ
وارو ٽانگو مليس. شهر جو چڪر هڻي، بہ ڪلو
برف ۽ ڏهن رپئي جي ڇهر وٺي واپس گهر اچي
لٿو تہ هـوءَ بہ پٽ کي دم ڏيو ويٺي هئي.

رات جو ماني ٽيڪي کائي وراندي جـون
ڇـمـون ڪيرائي، ٽل اسپيڊ پکا هلائـي ۽ کٽون
کڏائي جڏهن ليٽيا، تہ هن ڏٺو تہ اهو وقت اٿم
'چيتي' ٽيڻ جو، سو وٺي پنهنجا سُرڙا ڪيڻائين.
هن کي خبر هئي تہ آڪـريءَ ۽ مٺو وجهبو تـہ
مُهرين کان ڪهڙو بچڻ! ڪيس جان عالم جي
طوطي واري شهزادي وانگر، ڪيترن ئي مرحلـن
مـان گذري پار پوڻو هو، سو صبر سان ڪن ڏيو
پيو هو.

'' ڳالهہ ٻڌي اٿئي...'' هن جي پيشانيءَ تي
پيل سٽرهي ڇٽپ سان کيڏندي چيائين:
''ڪهڙي دلبر؟''
''ڪالهہ سولاري قادو پاڻيءَ وٽ وٺي هيس...''
اهو ٻڌي هن جي گستاخ هٿ کي چڻ اوچتو ريل
جي بريڪ لڳي.
''پوءِ'' ٻڏل آواز پاتال مان آيريو.
''في‌الحال ٻن تولن جا جهومڪ ۽ ٽن تولن
جو هار ڇني آئي آهيان، ايندڙ هفتي تيار ٿي ملندا.''
''جاني، خبر اٿئي تولو سون جو ڪيتري آهي؟''
''ڪيتري بہ هجي، نيٺ بہ ڪاسورو آهين.''
''حالتون ساريون پيون اٿئي، اڳوٺيون ڪمايون
ڪٿي آهن. چوڏاري ڦٽڪن جا ڦهڪا پيا پون،
هٿن سان مارائيندين ڇا؟
''جيڪي الهہ تلهہ هيئي، سو ڦـري ويئي
پوپي، هاڻي اهي بهانا نہ ڪندين تہ پيو ڇا.''
''مهينو کن ترس، پوءِ جيڪي چوندين وٺي
ڏيندومانءِ.'' ائين چوندي چپن تي انعام جـي
مُهر هڻيائين.

''اهو بہ تنهنجو انعام آزمائيندس. ڏسان تـہ
ڪيئن ٿو پارين!''
''پياري، جيڪو ڪجهہ ڪريان ٿو، سو سڀ
تنهنجي لاءِ ئي تہ ڪريان ٿو، توکان وڌيڪ مٺو
ڀلا ڪير اٿم.''
'' پوپي بہ نہ؟ ''
''نہ جاني!'' هن گهڙيال ڏانهن تڪيندي
ٿڌو ساهہ کڻي ورائيو.''
''سچ!؟''
''تنهنجي سِر جو سُنهن!''
''پوءِ پوپيءَ سان ڪيئن پيو گذارو ڪرين؟''
''مڙيوئي پيو لکيو لوڙيان!''
''ڀلا هڪ ڳالهہ تہ مڃيندين نہ؟''
''ڇا... '' هڪ وار وري هُن جون يڪجا
ڪيل سموريون طاقتون وسامڻ لڳيون.
''شريڪن جون شاديون اچي سر تي ڪڙڪيون
اٿم، سياڻي سون کي گهوڙي، سينڌل ۽ بہ ٽي وڳا
وٺي ڏيڻا اٿئي... ''
'' مٺي سياڻـي جون ڳالهيون سياڻي سان،
هينئر ڇڏ اهي لهڻا ليڪا...'' هُن سندس بدن جي
مهڪار ائين جهٽي جـڻ ڦوڪڻي ۽ گس پـري
رهيو هجي.
''انعام ٿو ڪرين نہ؟''
''حاضر منهنجي سائڻ حاضر!'' هُن جو انداز
ڪمپيوٽر جهڙو ٿي پيو.
''سور کان لڳ پيا ساٿا ٿينم...''
وري سا ڳيو سهاپو شروع ڪيائين.
''دلبر اڃا ڪيترو ٿڙ پائيندين، هاڻ تہ ٻارهن
بہ لڳي ويا!''
''پنهنجي رات تـہ ٻارهين کان پوءِ شـروع
ٿيندي آهي سهڻا.''
شـوخيءَ مان ورائيائينس ۽ پـوءِ دير تائين
ڳالهيون سُهاڙيون ڪري سڀ ليڪا چوڪا لاهي ڦاٽ
ٿي سمهي رهيا.

موسل هونءَ تہ ڪـڪڙ جـي ٻهرئين ٻانگ
سان ئي اٿي کڙي ٿيندي هئي، تنهن کي اڄ ڏهہ

لڳي ويا. هن جي اچڻ ڪري هميشه ڪيس دير سان جاڳ ٿيندي هئي. اها ڪا نئين ڳالهه ته نه هئي؛ پر هر ڀيري ڪيس دير سان اٿڻ تي اجايو تعجب ٿيندو هو.

”اٺين الا! سج مٿي چڙهي آيو، نه چانهه نه پاڻي نيا ڳوڪير وارو ئي هليو ويو هوندو. الائي ڪهڙا ڪيپ چڙهيم، جو آواز ئي ڪونه ٻڌومانس.“

هو، جو نرم وهاڻن کي ڀڪ وجهو، اونڌو ٿيو پيو هو، تنهن کي به مومل جي آواز تي جاڳ ٿي. ڪر موڙيندي چيائين: ”جاني، هاڻي جهجهي ڪنڌ وجهي سليماني ڪٿي ڳاهه.“ هينئر مون کان هليو ڪونه ٿيندو جو وڃي ڪير وٺي اچان.“

مومل وهنجڻ ۾ ٽوال صابڻ ۽ بالٽي ڀري رکي آئي، پوءِ سليماني چانهه جو ڪوپ آڻي ڏنائينس جنهن کي پيئڻ کان پوءِ هو اٿڻ جهڙو ٿيو. وهنجي سهنجي ٽوال جي گوڏ ڪري ٻاهر آيو، ته هن سلوار ۾ اڳهٽ پئي وڌو. ڪپڙن پائڻ کان پوءِ ڳِلهو ٽوال ڏيندي چيائينس: ”ڀلا ڪا نيرن پيرن ته ناهي، رڳو سليماني چانهه جي اڌ ڪوپ تي ٽاريندينءَ ڇا؟ منهنجو ته بک کان هيانءُ ٿو لڙهي.“

”الله پناهه ڏينئي، هيانءُ لڙهي تنهنجي دشمنن جو، تون منهنجي سر جو تاج، ڳلي جو هار، توکان سواءِ منهنجو پيو ڪير آهي؟“

”پوءِ آٽ ڀلا ڪو ٻلو ڪر، بک کان مران ٿو.“

”مرن تنهنجا ويري ۽ جيڪي توکي ڏسي نه سهن، اڄ پاڻ آئي تنهنجي ڪاڻ آڱرڙا پچايان پر پانيان ته اهي گهڙيون به توسان ويهي گهاريان، رڌڻي ۾ ڇو وڃان؟“

”ڍڳ بنا ڍوليا، ناهي ساجهه سونهن جي“

هن آئيني آڏو وارن ۾ تيل هڻندي ڇپن ۾ جهونگاريو.

”ڪالهوڪيون ’پڪيون پڪايون‘ پيون آهن. اڄ ڪٿي ڪائي ڇڏ. ڪجهه نه ٿيندئي. انب به ميڙي پُسائي رکيا اٿم، ڇو ته به چار آئي ڏيانءِ، انهن سان ڪائي حالي هيانءَ جهل ڪري وٺ، ڏينهن به اچي چڙهيو آهي، ٻنپهرن جو ته هوٽل

به هوٽل تي کائيندا سين.“

هن هوٽل واري ڳالهه ڪاپاري ڏڪ جيان ٻچائيندي، انبن سان ماني کائڻ لاءِ هائوڪار ڪئي.

هيانءَ جهلو ڪري وري اچي ڪٽ پيڙو ٿيو. هوءَ به پر ۾ ائين اچي ليٽيس جڻ ڪا سوپ ڪٿي هجيس.

”رات ڇيئي ٿي نه ڪپڙا ۽ پيو سامان وٺي ڏيندين.“

”ڇيو هئم ڇا؟“ هن پوراڻيءَ مان پڇيس.

”ته تڏهن!“

”مٺي تنهنجي قرب اهڙا نشا ڏنم، جو خوابن جي دنيا ۾ وڃائجي ويو هئس.“

”اونهه، رڳو سڪٽي جان پچن تان قربان.“

”هن ڀيري پئسا گهٽ آندا اٿم، ٻئي ڀيري ڏسجانءِ ته ڇا ٺٺولي ڏيان پنهنجي مٺي مومل کي!“

”ڇٻو ته هن ڀيري گهمائيندين ڦيرائيندين به ڪونه؟“

”آٽ ڀلا جلدي تياري ڪري وٺ ته چڪر ڏياري اچانءِ.“ اهو ٻڌڻ سان هوءَ وڃي تيارين ۾ لڳي. هن تي ٻيهر ننڊ جا نشا چڙهڻ لڳا. ڪلاڪن مس آرام ڪيائين، ته هوءَ به سورهن سينگار ڪري، عطر عنبير مکي، اچي سيرانديءَ کان ويٺس ۽ چيون ڏيئي ڏيئي ننڊ ڦٽائي ڇڏيائينس.

هن اهو سڄو ڏينهن رڪشا ۾ چاڙهي راڻي باغ، ڄامشورو برج؛ هوٽل ۽ فلم تان گهمائي اڌي رات جو گهر واپس آڻي ۽ ويندي ويندي سمورو حساب ڪتاب پورو ڪري، آسر ويل ڳوٺ لاءِ ريل ۾ چڙهي روانو ٿي ويو.

مومل ’نئين زندگي‘ مان ’لڏي ويا، اڏي ويا سخن جي عمارت‘ جو اڀياس ڪندي ٿڌو ساهه ڪٽي آداس اکين سان در ديوارن ڏانهن نهار ڪئي. هن جي دم سان هڪ اڌ ڏينهن لاءِ به ڪيڏي نه رونق هئي گهر ۾ ... وري اڻ ڏينهن جو وڇوڙو ... اوسيئڙو ... يا نصيب! اهي چار ڏينهن اوسيئڙي جي عذاب جا مس ڪاٽيائين ته صبح جي پهر

اوچتو بندري قد واري چالاڪ جنو نوريڙي''جنهن جي سائس 'چنبي چنبي کي ڳولهي لهي، جي بنيادن تي پراڻي شناسائي هئي، سا اچي نڪتس. پڌر ۾ پيل کاٽ جي صندل تي ويهي پنهنجا بندرڙا هٿ نچائيندي ۽ نوريڙي ڇهڙيون اکيون ٽمڪائيندي چيائينس: "خبر اٿئي ٽيون ڏهاڙو شهباز جوءِ کي علاج لاءِ منهنجي گهر آئي رهايو، اڄهو هاڻ موڪلائي ويا آهن."

"مون ڏانهن ته ڪونه آيو!"

"تنهن ڏينهن پانيان ٿي ته ويچارو توڏانهن ئي پئي آيو، پر الله منهنجي توبهه، منهنجي زاري؟"

جنو نوريڙيءَ پٽ سان پئي بندريون آڱريون ڇهي مٿي نڪ تي وڏا وڏا چانا پريا.

"منهنجي سائينءَ ڏانهن ته خير هو نه؟" هن جو هنيون وسامڻ لڳو. بيتابيءَ مان پڇيائينس.

"مون کي هاڻ خبر پئي آهي ته ويچارو موت جي منهن ۾ آهي. ڪيس ڏسي منهنجا ته وائسر ئي ٺري ويا."

"قسم اٿئي قرآن جو جنو! سگهو ٻڌاءِ، منهنجو هيانءُ ٿو وڃنئي." هن پئي هٿ هنيانءُ تي رکندي چيس.

"ڪالهه نماشام جي مهل ٻارڙا وٺيو مٿي ويٺي هئس، اوچتو ڪڙڪو پڌي دريءَ سان هيٺ جو نهاريان ڪٿي، تہ منهنجيون هيٺيون هيٺ ۽ مٿيون مٿي ئي ويون."

"ڇا ڏٺئي؟"

"ڪٿي جو ڏسان تہ تو وارو شهباز پٽ پر ڪٽ تي ٻوتو ٿيو ويٺو هو، جوٽس تارونءَ وارو اهڙو تہ زوراٺتو ڇنبو وهائي ڪڍيس، جو مٿو وڃي پٽ سان لڳس — شڪ ناهي جو رت جون ڦينديون بہ وهي نڪتيون هجنس! پيڙا مان ڪنڌ ڪري هيٺ ڪيائين، تہ بہ ٽي چار ڇنبا لاڳيتا وهائي ڪڍيائينس. "ماريا، ٽيون ڏينهن ڪان پئي چوين تہ مغز ۾ پان پان ۽ زون زون پئي ٿئيم، چڪر بيهنم نٿا، تيل جي تري هڻيم، پر ڪو پڌين ٿو! ڳوٺ تہ رات ڏينهن ٽيريون هڻندو هئين، هٿ ڪهڙو تو مهڻو لڳنئي، پراڻي گهر ۾ جيئن ڪچان نٿي، تيئن وڃي چوٽ چڙهندو. اهو ٽڪ مان ور لاهي ڇڏيندي‌يمانهه، متان ڪو ٻيو خيال ڪيو اٿئي، تون ڪاڇين ڇا تي." جنو نوريڙي ڊرامائي انداز ۾ رونداد پڌائيندي چيو. مائيءَ اتي بس نہ ڪئي، وري موهيڙي ۾ زور سان آڱر ٽنبيندي چيائينس:

"اهي موهيڙا ڦيهي وجهنديمانءِ، جن جي زور تي اهڙو شنگ ٿي پيو آهين، جو وڻ گهوڙو نٿو پڌين." ائين چئي پيشاني تي پيل اسپرنگ جهڙي چڳ کي اهڙيون تہ ڇڪيون ڏنائينس، جو ماڳهين سڌي سيخ ٿي پيئي، چي: "وس پڇيم تہ انهيءَ چنبيءَ چڳ کي پاڙئون پٽي اڇليان! خبردار جو وري منهنجي سامهون اهي ڳونڊن وارا سينگار ڪري هليو آهي. اهي سينگار اڄ بہ سڃاڻان ٿي: ڪا تہ ڳالهہ آهين جو ماڪ تي موهيو هلين، مون کي بہ تہ خبر پوي، ڪهڙي نينهن جي نظاري تي چڙهيو آهين، جو فلڪ ئي نٿو اچين. اهو واءُ مٿي مان ڪڍي ڇڏ، نہ تہ سنگسار ڪري ڇڏيندي‌يمانءِ."

اهڙيون تہ وٺي آلرون ڪيائينس، جو الله منهنجي توبهہ! سڄي چمار ۾ ڪنهن مرد جي زال هٿان اهڙو حشر نہ ڏٺم: مٿجو گهٽيئي ڏنائين پڌاسين پر هي تہ ڪو مٿها مٿجو هو... ڇا مرد جو شان ڇا سهي موچڙو! رڳو مانڙي ڪيو ڪڏهن مُري تان پئي مَٽرُ لاٿائين، تہ ڪڏهن هٿن جون تريون مهٽيندي، آڱريون پئي مروٽيائين مروٽيائين. اهڙو نماڻو ٿيو ويٺو هو، جو سچ پڇين تہ ڏک ڪان هيانءُ ڇڄي پيم... تنهنجي من جو ڪٿي مور هيو؛ پر منهنجو بہ تہ پاڻرن جهڙو هو. اهڙو تہ ٻيڙو ڪيائينس، جو هاڻ توکي ڇا ويهي پڌايان! اهو تہ ٿيو پنهنجي پير مان لاهي مُنهن ۾ هڻڻ. ايترو سو پڌائينديمانءِ تہ پوءِ هيون شهباز جون توبهائون ۽ ڪيسيون! پيرن تي مٿو رکي پئي بخشرايائينس."

مومل، ڇا ايتري دير عبرت جي سمنڊ جو ڪارو پاڻي اکين ۾ ضبط ڪيو ويٺي هئي، تنهن کي اندر ئي اندر اوتيندي چولين جهڙي ڇوهہ مان چيائينس: "وڃي ڇاڻي پائي، مون وٽ نهي جُڙي

اڇين ڪڇين اڇيو ويٺي زال نہ زال جو پاڇو تنهن کان پيو کهلجي! اڇا ٿي ڇيائين تہ توسان پرڻو ڪندس. وچ ڪُڏي پنهنجي ڪيري تي، ساڻس پرڻو ڪري ڪهڙو پنهنجو اڇو منهن ڪريان!"

"پيو وري ڇا، جيڪو پاڻ پيو کهلجي، سو توکي ڇا سنڀاليندو." ڀنڀور کي ٻاهيون ڏيئي نوريڙي تہ هلي ويئي؛ پر هن جي ذهن ۾ اهڙو ڪو واڇوڙو لڳو، جنهن ڀير جي وڻ جو مضبوط ٿڙ ٻيڇي ڀور ڪري ڇڏيو؛ جنهن ٿڏي مٿي ڇانوَ ۾، هن سڄي حياتي ٿڪل مسافر جي اگهور ننڊ جيان گذرڻ جي خواهش ڪئي هئي. هن جرڻ خواهشون، هن جا خواب ڀر جي پنن وانگر ڇڻي وکرجي ڪري پيا هئا. ڪيتري دير تائين ذهن جي اسڪرين تي سرپرائيزنگ ميوزڪ جي گونج ۾ هُن سان کهاريل کهڙيون آپرنديون ۽ ٻهنديون رهيس. تنهن ڏينهن هوءَ ويهاڻي ۾ منهن وجهي ايترو رني جو اکين ۾ لڙڪن جي ڪا بوند باقي نہ بچي هيس. هوءَ پوءِ سوچي سوچي آئي، تہ ٻنا دير ٻاهر واري ڇوڪري کي سڏائي چيائين: "وڏيري مينهل کي وڃي چؤ تہ هتان منهن ڏيکاري وڃي."

... ... ...

هين تہ ڪو اوسيئڙو ڪونہ ڪيو، پر هو ٻہ ٽي هفتا ڪونہ آيو، آخر چوٿين هفتي، ڦيٽ ڦيٽ ڪندي منهن سان در جي چائنٽ ٽپي اندر ٿيو. هن اوڏيءَ مهل پٽر ۾ سگريٽ ڇڪيندي، ڪاشيءَ جي ڪونڊين ۾ لڳل مني پلانٽ کي پائپ سان پاڻي پئي ڏنو. هن ڪنگهڪار جو هارن وڄائيندي چيس: "خوش ويٺي آهين نہ؟"

"نہ تڏهن ڇا ٿي سمجهئي؟" هن ڏانهس اٿين نهاريو ڄڻ هو ڪو ڪاڪروچ هو.

"ڪاوڙ ڪئي هوندئي؟"

"ڪاوڙ ڪري منهنجو موچڙو!" سگريٽ کي چپٽي سان چنڊڪو ڏيندي ورائيائينس. "اهي ويئي هليا عزتن وارا ڏينهن، ڏنم تنهنجا رعب ڪدو بيگ! مڙس بہ اهو آهين نہ جو ٻُڇا پيو ڪائين."

"ڪير ٿو چوي؟ ڪڏهن؟ مون کي ٻُڇا ڪير هٽندو؟! ڪنهن کي طاقت آهي!"

"اي هائي ٿهيو ٿهيو ميتا تو تہ گهٽي ٿي ڏکيون ڳالهيون ٿي ڪيون، تہ هيئن ڪندس، هونءَ ڪندس پر تنهنجو تہ پول پڌرو ٿي پيو."

"پڪ جنوءَ اڇي پريو هوندئي، تڏهن ڏينهن کي بہ انهيءَ رڻ اڇي پڙڪايو، نہ تہ هوءَ هرويرو اهڙي ناهي."

"ڪهڙي بہ هجي، منهنجو پوٻيءَ سان ڪو لهڻو ليکو، پر اڪين تان پردا تہ کڄي ويم، تنهنجي اصليت تہ سامهون اچي وئي."

"انهيءَ ۾ اصليت جي ڪهڙي ڳالهہ آهي، زال ماڻهو سان ڪهڙو وات ڏيان ها."

"آءٌ تنهنجيءَ جاءِ تي هجان ها؛ تہ اوڏيءَ جو اوڏي مهل منڍي مروڙي رکانس ها." هن نفرت ڀريل نگاهن سان نهوڙيندي چيس. هو ٻہ وکون وڌي آيو ۽ ٻانهن مان جهليندي چيائينس: "مون کي بخش ڪر منهنجي سائڻ! هاڻ وڌيڪ ٻڏٺارڪو نہ ڪرينم. اڳتي اهي درڪا تاب ڪونہ سهندومانس. وري جي گوڙ ڪيائين، تہ نڙيءَ تي ننهن ڏيئي آڪت ماري ڇڏيندومانس."

"هاڻ سون جو ڳنڍيو بہ ٽي پويسن، تہ بہ منهنجي لاءِ گلٽ آهين." سٽ سان ٻانهن ڇڏائيندي ورائيائينس.

"ها، چڱو جو ياد ڏياريئي." هو اٿين مرڪيو ڄڻ ڦڪائي ورائيندو هجي. "زيورن جي رسيد تہ ڏي پلا؛ هيل ڪيسا پُر ڪري آيو آهيان."

"ايڏهين ڪر پنهنجا ککا ڪيسا! ڪونہ ٿا کپن تنهنجا زيور، جيئي وڏيرو مينهل خان پاڻهي وٺي ڏيندو!"

اهو ٻڌي هن جي ڪنن ۾ برنڊڙ جبل ڦاٽي پيو، ڏرتي ڏڏندي محسوس ٿيس؛ پر ٻڌر ۾ ڪتل نسل جو سهارو وٺندي پنهنجي پير ۾ تير هڻي ڪڍيائينس.

"اهو وڏيرو مينهل نہ، جنهن کي اڳ ئي ست سُريتيون آهن؟"

"مڙس ئي تہ ست سنڀاليندا آهن، پاڙيا تہ

هڪ ڪي به نه سنڀالي سگهن. مان به ماريندس ته مير، چاڪر ڪونه ڇڪيندس.'' فخر مان ڪونج جهڙو ڳاٽ اوچو ڪندي وراڻيائينس: ''سڄي جي سائڻ ڪري ويهاريندم، تو جهڙو ڪونهي جو ٻجا ويٺو ڪاڻي. توکي ڏسي ڏسان ته جنونءَ جو چنچل نظارو اکين اڳيان ڦريو ٿو اچيم. مون ته ڪنهن مڙس ماڻهوءَ جو سهارو ٿي گهريو ته مٿي ڇانوَ ڪري عزت جا ڏينهڙا گهاريندس. مون کي ڪهڙي خبر هئي، ته تون ڪو اهڙو مجوڙو هئين. هاڻ ته سوچيم اٿم، گڏجي لت کان هاٿيءَ جي لت وري به چڱي آهي.''

اهو ٻڌي هن ڏند ڪرٽيندي چيس: ''ڏسان ته تون ڪيئن ٿي مينهل جي ٿين!''

''اهي جوش ڏيکار پوپيءَ کي، جيڪا ڏڪ جي ٿانو ۾ پئي ڪارائنئي، مون کي اڪيلو نه سمجهه. 'ڪرياڻه ٿي ڪيهه ته مڙي ويندا ٿيهه' ڪهڙيءَ جو ڪهڙيءَ ۾ ڪهلرائي سگهئين ٿي. نڪاح ٻڌيءَ تي وس تنهنجو هلئي، آيو آهين مون تي ديرو دمائڻ، هون!''

''جيڪي توسان وهيم، سو سڀ ڀاڻي ٿي ويو!''

''اي هاڻي هل هل، جاڻ وڏيرو مهينل آيو ڪار ۾، تو جهڙو ڪونهي جو ٿانگي ۾ چڙهي گهنڊڙيون وڄائيندو، ڇڻ ڇڻ ڪري اچي لهندو.''

''ته چئبو رن اڳ ٿي ڪو مينهل کي هٿ ڪيو ويٺي هئين!''

''هفتوڪن ٿيو اٿم جو ساهيائين، ۽ مان ڪنڌ ڪونه ڪڍايو.'' موسل رومينٽڪ انداز سان ٽڏو ساهه کڻندي چيس. ''هو ته ڪن سالن کان چتو هو، پر تنهنجي ڪري، منهن نه ڏيندي هئيمانس.''

اوچتو وڏيري مينهل جي ڪار جو ٻل ڊاڪ اسٽائيل هارن وڳو.

ها ... ٺو ... ٺو ٺو ... آ.

''مٺفيس، هاڻي ڇا ڪريان.'' موسل ٿي پريشاني ولي ويٺي. اجا ٺڙ ٺٺڙ ۾ هئي، جو ڏڪڻ تي وڏي ڪٺڙيءَ واري بوٽ جي ڌم ڌم پئجي ويئي. ان دم ٿي وڏيرو مينهل، هڪ هٿ سان شهپر وٽيندو ۽ ٻئي هٿ سان سٽرن ۾ ڪونهڙا ڪندو اچي اندر پهتو. جيسين تائين وڏيرو مينهل ڪانئس ان بابت پڇي ٿي پڇي ته هن وڏيءَ حرفت سان شهباز مان جان ڇڏائيندي چيو: ''ادا، هاڻي توکي موڪل، تون ڀلي وڃ، ڳوٺ ادي ايمنا کي به سلام ڏجانءِ.''

—

ڊاڪٽر رحمان دانش

## غزل

سادگيءَ جي حياتي آ حيا جي آسري،
موت الفت جي مگر مهر و وفا جي آسري.

حسن جي آسوب ۾ آهي خياتي جو سفر،
هر گهڙي گذري پئي جور و جفا جي آسري.

دل جڏهن شهر خموشان ۾ ڪيو آباد آ،
زندگي آ انتظارن ۾ جزا جي آسري.

منزلِ مقصود جي ناهي اها تائين خبر،
وڪ وڌائي آ مگر بادِ صبا جي آسري.

مون لئه منهنجي سڃاڻپ آ جڏهين علم و هنر،
ڇو ٿيان مقبول مان رنگِ حنا جي آسري.

هن ڏني الزام دانش کي ڏني آهي سزا،
چپ رهيو هر حال مان پنهنجي انا جي آسري.

ريڊيو سيريز
سڪ‍ھڙين سٽ

ماهتاب محبوب

# اديون ڇا پڙايان

اسين جنهن دور مان گذري رهيا آهيون اهو دور ورهين کان ”نازڪ دور“ جي نالي سان ياد ڪيو پيو وڃي، بلڪل انهيءَ خاتون وانگر جيڪا ايڪويهون دفعو پنهنجي ايڪويهين سالگره ڌاڍي ڌام ڌوم سان ملهائي رهي هجي. انهيءَ مستقل ”نازڪ دور“ جو اثر براه راست ماڻهن جي صحت تي به پيو آهي جنهن سبب ڏٺا مٺا ۽ ٿلها ٿنيرا ماڻهو بہ نازڪ بڻجي ويا آهن بلڪل انهيءَ پاڪستاني فلمي انڌي هيرو وانگر جنهن جون انڌي هئڻ جي باوجود به اکيون ڪليل هونديون آهن ۽ هو انڌا هوندي به ماڻهن کي انڌا نظر نہ ايندا آهن. ساڳيءَ ريت ”نازڪ دور“ مان گذرڻ وارن جي نازڪ حالت هوندي به نازڪ حالت بظاهر نظر نہ ايندي آهي.

پلا گئس ڊائبيٽس، بلڊپريشر ۽ ٽانسس وغيره ڪنهن کي ڪيئن نظر اچي سگهندا جيستائين ڪہ ڊاڪٽر کان معائنو نہ ڪرائجي، ۽ ڊاڪٽر معائنو ڪيو به ڪٿي تہ ڇاٽي پيو، ڇو تہ هو ويچارڙو پڪ ئي پڪ پاڻ به انهن بيمارين ۾ ورتل هوندو. سو غريب ڇا ڪري سگهندو. وڌ ۾ وڌ وڏو ڇلو پاڻي مليل انجيڪشن ۽ دوائن وغيره جو لکي ڏيندو يا پوءِ پرهيزي کاڌو جهڙوڪ ڪڻڪ‌جا بيدا، مثل ۽ بيمار جانورن جو آهريل گوشت وغيره کائڻ جي صلاح ڏيندو ڇو تہ هو اهڙو اڻ ڄاڻ نہ هوندو جو هن نازڪ دور ۾ نازڪ ماڻهن لاءِ خاص شيون کائڻ جي صلاح ڏيندو. جنهن نازڪ دور مان اسين لنگهي رهيا آهيون، تنهن کي جيڪڏهن ”ملاوٽي دور“ به ڪٿي چئجي تہ به عجب جهڙي ڳالهہ ناهي. ملاوٽ تہ زندگي جي ضرورتن جو ڄڻ اڻٽوٽ انگ بڻجي چڪي آهي. هر ڳالهہ ۾ ملاوٽ هر شئي ۾ ملاوٽ. ملاوٽ کان سواءِ ڪو قدم نٿو کڻي سگهجي ۽ اگر ڪنهن اهڙو قدم کنيو به ڪٿي تہ پوءِ نہ صرف هو پاڻ خطري ۾ پئجي ويندو پر ٻين لاءِ به خطري جو باعث بڻبو.

هڪ کير واري کي ڪٿي ٽي جا ڪٽي سو ڦونڊجي ڪنهن گهر ۾ وڃي خالص کير ڏيئي آيو آتي جي پاڙيوارن چيس تہ اسان کي به کير ڏي، تنهن تي کين نيڏڙي پالٽي ڏيکاري، ڇهار بڻهندي چيائين مون وٽ آهي ئي ايترو کير وڌيڪ مان نہ ڏيئي سگهندس. اهو کير وارو تمام گهڻو سادو هوندو يا پوءِ نئون نئون کير وارو ٿيو هوندو پر کيس ڪهڙي خبر تہ قضا سندس لاءِ ڪهڙو تير کنيو بيٺي آهي.

پئي ڏينهن کير ڇا ڏيڻ ويو ڄڻ موت جي منهن ۾ پئجي ويو. ٻاهر تہ مردن جيڪ جُٽ ڪيس سا ڪيس پر گهر اندران زنانن سرن بہ يڪ ساهي حملو ڪري ڏنس. ڪا چويس ’مردود‘ خراب کير ڏيئي ماڻهو ٿو مارائين، ڪا چويس بي ايمان توکي جيل ۾ ٿا وجهرايون. اڀوجهہ کير واري کي جيل جو نالو ٻڌڻ سان ڪمبٽي وٺي وئي. ٻوهيون ۽ واسطا وجهي... پنهنجي جند ڇڏرايائين. سندس ڏوهہ اهو هو تہ هن خالص کير ڏنو جنهن کي پيئڻ سان گهر وارن کي پيٽ ۾ سور کان سواءِ بدهاضمي جي شڪايت ۽ الٽيون وغيره ٿي

پيون. هاضمي کي درست ڪرڻ لاءِ کهٽيٺي چورن ڦڪيائون پانن جي پتن جو عرق ڪڍي ڪٿو ۽ چنو ملائي پيتائون. ادرڪ ۽ ٿوم کي ڇيري ڇيري ڀڳي ۾ ڀڳي ڳالڪڻ ڳانپوءِ ڇپاڙيائون تڏهن متس وڃي ڪو سات جو ساهه ڪنيائون. انهيءَ واقعي کانپوءِ ڪير وارو پاڻ سان گڏ سائيڪل تي وڏي ڏول سوڙو نظر ايندو، جنهن ۾ ٽي حصا موري مان ٻريل ڏيڏرن وارو پاڻي ۽ هڪ حصو مشين جو ڪير ڀيل هوندو آهي، جنهن کي هو سچي پاڙي ۾ فراخدليءَ سان پيو ويراهيندو آهي. گراهڪ سندس ڪير کي عمدو چئي ڏاڍو پسند ڪندا آهن. وري ڪڏهن به سندن هاضمو خراب نه ٿيو. هي ته کاڌي جي شين ۾ ملاوٽ جو هڪ واقعو ٻڌايم. پر ڏسجي ته اسان جي گفتگو به انهيءَ ملاوٽ کان آجي ناهي. گفتگو ۾ مبالغي جي ملاوٽ عام آهي. هڪ پڙهائڻ واري اُستاد کي پنهنجي شاگرديائيءَ جي گهر جي در وٽ بيٺل ٽانگي تان ڪو ٽانگو هلائيندڙ شخص گاديون لاهيندي نظر آيو. معلومات ۾ اضافو ڪرڻ جي خيال کان شاگرديائي کان سوال ڪيائون ته، ”اڄي امان ڪٿو، ڪالهه توهانجي در وٽ ٽانگي مان ڪاريءَ ڪليءَ جهڙو سڪل مڙهو مڙسالو لٿو، سو ڪير هيو“؟

”الائجي ڪير هيو اُستاد“ ڪتوءَ ڇور اکين ساڻ ورائيو. ”اڄي امان توهانجي گهر اندر ڪونه ٻي ويو گاديون ڪنيون؟ ميري روڳ جهڙي گنجي ۾“، ”اُستاد الائجي ڪير هيو اسان وٽ ته اهڙو ماڻهو ڪونه آيو“ ڪتو شڪي ٿيندي چيو پر اُستاد به اڳيان اُستاد هئي. سا پلا صحيح معلومات حاصل ڪرڻ ڪانسواءِ ڪيئن ٿي ماٺ رهي سگهي. هونءَ به ڪن استادن کي شاگردن کان ذاتي سوال پڇڻ جي الائجي ڇو عادت هوندي آهي. ها ته خير ٻئي ڏينهن جڏهن ڪتو استاد وٽ پڙهڻ لاءِ وئي ته هن ساڳيو سوال هن ريت ورجائيندي چيو، ”اڄي ڪتو اڄ تنهنجي در وٽ نازڪ نفيس سهڻو مڙسالو ڏٺم، رنگ جو پورو منهن مان جڻ تجلا پئي نڪتس. گاڏيءَ جا ٽپڙ لاهي گهر ۾ گهڙي ويو سو ڪير هو.“ اهو ٻڌي ڪتوءَ رئي جي ڪنڊ ڇپاڙيندي فخر سان مرڪي چيو: ”استاد اهو منهنجو پيءُ هيو—“

---

شاهه محمد پيرزادو

## نظم

مٽي هيڏان هت،
سرءُ جي ڪنهن ٽاڪ منجهند جو،
پنهنجي گهر جي مٿهينءَ هيڏان،
کٽ تي عورت سمهيل
اکيون آليون،
چپ سڪل،
جسم لڙوسائيل،
آڪاس ۾ ڪنهن،
اڻ تٽيل نشاني تي،
هن جون نظرون....
پاسي ۾ شاهه جو رسالو،
سر حسينيءَ کان کليل،
” آيل اوري آءُ ته سٽ سٽايانءِ سور جي.“
پيٽ تي يتيم ٻار
ڪيڏي ٿو
مرڪي ٿو—!!

✶

# چارو

”بي بي سائڻ سان ڪٿي سمهان.“
”هوڏانهن وراندي ۾، پٽ تي.“

ڪتو، ٻه ٽيل لڳل پراڻيون ۽ ميريون رليون ڪٿي هيٺ وڇائي سمهي رهي ۽ سمهڻ سان ننڊ ڪٿي ويس.

”هيءَ به ته ڪنهن جي جاءِ آهي! ڪيڏي نه ڏکي ستي پيئي آهي!“ دل ۾ قياس جي جذبي ڪئر ڪنيس. پنهنجي ڌيءَ ڏانهن نظر وڌائين ته هوءَ نرم بستري واري پلنگ تي سک ۽ سانت سان ستي پئي هئي.

جڏهن هوءَ پنهنجي وڏي وڳر ۽ ويڙهي سان ڳوٺ واري حويليءَ ۾ رهندي هئي، ته ڍير ساريون دايون، گوليون پٽ تي ستل ڏسي ڪڏهن به ڪيس اهڙي سوچ نه ٿي هئي. پر هينئر نئين شهر ۾ سانگيئڙن ۽ جهانگيئڙن ڪان دور هڪ نئون جذبو هڪ نئين سوچ هن منجهه ڪيئن پيدا ٿي، هو پاڻ حيران هئي.

”ڪيترين ئي خالي ڪئون پيون آهن، آڻاري ڪٿي سمهاريانس... مهر، منهنجي پياري ۽ سڪيلڌي ڌيءَ اڻين پٽ تي ستل هجي ته جيڪر سان ڪيڏي نه پيڙا پوڳيان.“ دل ٿي چويس ته اٿي کٽ تي سمهاريس.

ڪتو ڪنڊ ۾ بنهه الوٽ هئي ۽ ٻوان ڇپن وارو وات پٽيل هئس، انهن مان ڳگ وهي سٽيي ويهاڻي تي جذب ٿيڻ بدران پئي ترڪي.

”هان؛ مان هي چاڻي ڪريان، هي ڇا چاڻي کٽ ڪئولن مان، پل ته ستي پئي هجي... پيڙهين کان هن جا ابا ڏاڏا پاڪن جو احترام ڪندا اچن ... اسان جي سياڻن قدمن تي پنهنجو سر نمائندا اچن ... مان پاڻ سان برابريءَ جو درجو ڏيئي اها ريت ريتي رهي آهيان! نه، نه مان وڏڙن جي پتر نه پڄندس ... پل ته ستي پئي هجي ... ستي پئي هجي ... پئي هجي“ ... هن ڪتوءَ جي چهري تي مٿاڇري نظر وجهندي ڪراهت ڪان ٽڪ آچلي ۽ واپس وکون ڪٿي پنهنجي قوم جي ڳاديلي واري پلنگ ۾ ڦان ٿي پئي. پر ننڊ اکين ڪان سوين ڪوهه پري هئس، يادگيريون سندس هر سوچ تي جڻ ڇانئبيون پي ويون. صبح جو جڏهن ڪتوءَ جو پيءُ ڳوڻان ڪيس هت ڪم ڪار لاءِ ڇڏي ويو هو ته هوءَ اچڻ سان ڪيئن ته اڳن ۾ پيل جنڊي واري نواڙ جي کٽ تي ٿي ويٺي هئي ۽ پوءِ ڪيئن نه هن ٻنجو ڪهروڙي ڏنو هئس: ’بي شرمي؛ شرم نٿو اچئي منهنجي اڳيان کٽ تي ٿي ويٺي آهين‘ هوءَ اوچتي دڙڪي ڪان ڏکي ۽ وانڙي ٿي ڪيئن نه هيسجي هيٺ ٿي ويٺي هئي.

هن کي اهو به ياد آيو ته اچڻ سان جڏهن هٿ ڏيئي ملي هيس ته هن ڪيئن نه ٽوڪ مان چيو هيس:

”ماڻهين اچا لچڻ نه سيکاريا اٿئي نه ٻيڄين سان ڪيئن ملبو آهي؟“ هوءَ پنهنجي چيٽ جي چولي جي ڪنڊ کي ڏسٽي ۽ آڱوٺي سان مهڻ لڳي هئي. ٻپ ۾ منهن هيڊو ٿي ويو هئس. ڪيس صفا هيسيل ڏسي رعبائتي ۽ هيبائتي نموني سمجهائيندي چيو هئائين: ”پهر ٻيڄن کي پيرين پئي پوه ڪيکر ڪندي ڪر. اچي ساماڻين آهين پر پايان ٿي حويلين ۾ اٿي ويٺي ڪانه آهين، نه وري ماڻهين ڪتا

فضيلت سيکاري اٿئي.“

سندس سوچ جو رخ هڪدم لفظ ’بيبين‘ ڏانهن ڪڇي ويو. اڄ صبح سان سندس پنگياڻي ڏيڍيءَ وٽ بيهي ڪيئن نه زور سان سڏ ڪندي چيو هئو! ”بيگم صاب جي، ميري بي بي تے اندر نئين آئي؟“

”اٿي هان، ڇا ٿي چوين؟ بي بي! ڪهڙي بي بي؟“

”جي ميري تيءَ حاڪم بي بي.“

”آئي گهوڙٽ، ندوري، مار پويو رسول جي، توهين به بيبيون ٿيون ٿيو؟ سيد سان لکيو ڪيو هئي ڇا جنهن منجهان اها بيبي ڇٽيئي!“

”ڪيا ڪهندے او بيگم صاب جي؟ تاڊيان گلان تے مينون سمجهه نئين پڙديان.“ ڊگهيءَ سهانڊي پوڙهيءَ پنگياڻي ڀاريءَ سان پڇيون ڪنهندي چيو.

ڪس دي گهوڙي؟ تے ڪيڑا سيد؟“

” اٿي ڪجهه نه، ڏاڻ وچ هتان ٽر، ڪونهي ڏيٺهين پنگياڻي هتي. صبح سان هانءُ ساڙڻ آئي آهين ۽ پاڪن جي جتيءَ ۾ ٿي پير وجهين.“

”ڪيڏي نہ ڳنڀي ۽ خيال اٿن جوان ڏيئرن جو؛ اکين ڪان ٿورو هيڏانهن هوڏانهن ٿيون تہ بس سندن مائرون جهڙيون چريون. اسان ليکي تہ پنگياڻيون آهن جو اک ئي نٿي پڏي، پر عزت هر ڪنهن کي پياري ٿئي ٿئي.“

سوچ جو رخ ٽڙي پنهنجي جوان ڌيءَ ڏانهن ويس: ”ڇا ڪريان ... ڪو سڱ نٿو ملي ... پنهنجن ۾ تہ ڪا اهڙي واه ناهي... ڌارين ۾ بہ سائنيون تہ گهٽئي ڇڱيون آهن پر اهي سڀ امتي آهن، ۽ امتين ۾ بي بي!“ اهو سوچي ڇرڪي پئي... ڪيس ٻپ ٿيو تہ انهن ڪيترين ئي بيبين جيان ڏيئس بہ ڪنهن امتيءَ سان سول ميرج ڪري نہ رکيو پنهنجي قيام ڪاري ڪري پر خاندان تي بہ داڳي ملي.

اوچتو ياد آيس پنهنجي سڳي سوٽ سيد دادن سائين جي زال ... بي بي امير زادي، جنهن نہ لٽو ميرج ڪئي نہ سول ميرج . باقي هنڌولن وارن وارو ڪارڙو ڊولڙو پٽ سو جٽي ڏنو هئائينس. جنهن سان لاشڪ تہ سندس پڙهائتي لوهہ سروڙ ٻانهي دلاور جي ڏاڍي دل هئي. آپ اکئين پسي ڏٺو. تہ بہ سيني ڊولڙي کي ٻانهو پاون سائين ڪري نہ رکيو جيتي سوڌو جهوليءَ ۾ ويهاريو پر دادن سائين جي مٺي پچاڻان پڳ پڏي راڄ جو وڏو بہ ڪيائونس.

ائين ڇو...؟ ائين ڇو؟ ڇٻو تہ سول ميرج ڪان اهو ڪم پلو. نہ ئي قيام ڪاري ٿيڻ جو ڊپ نہ ئي خاندان تي داڳي ملڻ جو خطرو.

اهي مرد وري ڪهڙا ستا جتا آهن. جڏهن پنهنجو اولاد ڳليءَ ڳليءَ ڳاڙيندا وتندا آهن تڏهن تہ ڪين ڪائي غيرت ڪانہ اچي. سوين سچا سيد ۽ بيبيون بہ ڳولاڙا ۽ ٻانهيون ٿيو وتا پلجن.

تہ ڇٻو رت جا رشتا يا خون جي ڪشش ڪجهه بہ ناهي. اهو سڀ ڊونگ آهي. ذهن جنهن کي دنياوي دستور موجب شعوري طرح قبول ڪري، اهوئي سڀ ڪجهه آهي.

پر خير... سيد جي گهر ۾ ڪو ڪوهڙو بہ جنم وٺندو تہ اهو سيد نہ ٿيندو تہ پيو ڇا ٿيندو! انهيءَ ۾ ڪهڙو پٺو پولو. هن مرڪري سوچيو. ڏيتي ليتيءَ ۾ ڪهڙو گناهہ... ڪير وهي ساڳيو پٽ ۾ پيو. آهي سيدن جي حويليءَ ۾ سيد ٿي پلجن... پر... مان پنهنجي ڌيءَ لاءِ ڪنهن کي آڱر ڪڻڻ نہ ڏيندس. آها اک ئي ڪيڏي ڇڏيندس جا مٿس ميري نظر وجهي...

”سائينءَ کي بہ جوان ڌيءَ جي ڪا اون ئي ڪانهي، ٻانهن سيراندي ڏيو ويٺو آهي.“ سندس خيال مڙسس ڏانهن ويو.

”اڄ تہ ڇڱي دير ڪئي اٿس. هوندو پنهنجي شونق شڪارن ۾ پورو، مان تہ ڪڏهن اعتراض نہ ڪندي آهيان. هرو ڀرو مرد جي پٺيان گهڙي لائڻ ڪا ڇڱي تہ ناهي. مردن جون شان ئي انهيءَ ۾ آهي. آخر مرد جو ٿيا. پل سو سريتون هجنس. مور نہ مٽ منهنجو . منهنجو مان تہ وري بہ مٿاهون آهي. سون ۾ ڳاڙهي ٿي ويٺي آهيان، پيو ڪهڙو سک کپيم! مون جهڙا تہ شال ڪنهن جا ڀاڳ

ڏين. رب سائين منهنجي پڇڙيءَ جا به نصيب موچارا ڪندو.“

ٻري گهڙي سوچ جو رخ وري ڏيڍس ڏانهن آيو.

”هاڻي ته قيامت جون نشانيون اچي ويون آهن، آسين ته به ييبيون آڏارين پيا... ڀلا آمتيءَ جو اکر اهڙو ڪريل ۽ نيچ محسوس ڇو ٿو ٿئي... مسلمان ته سيئي نبيءَ جي آمت آهن... ڇا مان نبيءَ جي آمت ناهيان... مان آمتين سان گڏ ڏينهن قيام جي ڪلمو پڙهي نه آئندس ڇا...؟ رسول پاڪ پنهنجي پڳيءَ جو سگ غلام مان ڪرائي سگهن ٿا ته مان نعوذ باالله ان کان به مٺي آهيان ڇا؟... مان به ڏيءَ جي مائٽي پاهر ڪندس... مان اهو فرق ميٽي رهندس... هاڻ ته هر ڪو گرو گنجو سيد ٿي پيو آهي... مٺو ڪڏن! واٿيا به عرب، ۽ سيد پيا سڏجن .... پر... پر... اسان اسانجي ته خير ئي ڪالهه آهي.. اسين ته آهيون ئي برتر... اسان کي پيڙهين کان برتريءَ جو احساس ڏياريو ويو آهي... جيڪو مان ۽ مرتبو رب اسانکي ڏياريو آهي، سو شال قائم ۽ دائم هجي ڪير سڙي ته پيو سڙي... پيو پري... ڀل پيا پيرين پون... ڀل ته پيا ڪنڌ نوائين... سيد جو سگ نه مليو ته حق بخشائي ڇڏيندي مانس. ست پيڙهيون اڪ ڪاڏي ڏيءَ ڪاڻ نه لڄائيندس.“

ڇاري لڳل دونهانيل ذهن سان آخري فيصلو ڪري هوءَ گهري ننڊ سمهي رهي.

---

گُل هيسباڻي — آزاد نظم

## چو؟

بند دروازا سڀ
نفرتون نفرتون
شهر جون سڀ گهٽيون
چوڪ سارا لڳن ٿا
اڄ سنسان چو؟
اڪيلو اڪيلو
ڪو سيجاڻي نٿو
مان بنيل اجنبي
روڊ رستا هتي
مون لئي ويران چو؟
ڪوبه ناهي هتي
جنهن کي پنهنجو چوان
درد جنهن سان سليان
شهر سارو بنيل آ
بيابان چو؟
مون لئي ويران چو؟
مون لئي ويران چو؟

---

# وڏن شهرن سان
# بين الاقوامي اُڏامن جو نئون سلسلو

پي آءِ اي جو بنيادي فرض پنهنجي مسافرن کي سهوليتون فراهم ڪرڻ ۽ پنهنجي ڪارڪردگيءَ جو پاڻ ئي جائزو وٺي انکي بهتر بنائڻ آهي. نون قدمن هيٺ موجوده اڏامن ۾ واڌاري سان گڏ پي آءِ اي جي بين الاقوامي اڏامن جو نئون سلسلو چئن وڏن شهرن سان شروع ڪيو ويو آهي. اهڙيءَ طرح پي آءِ اي اڏامن لاءِ سفر ۾ ڏيڊ سهولتون بنائڻ جي جيڪا شروعات ڪئي آهي اها فضائي سفر جي تاريخ ۾ پنهنجو مثال پاڻ آهي.

سفر جي آغاز کان سفر جي پڄاڻيءَ تائين، پي آءِ اي پنهنجي مسافر نوازيءَ جي معيار بلند کان بلند ڪرڻ ۾ همه تن مصروف آهي. پي آءِ اي جي اعليٰ ڪارڪردگيءَ ۾ مسافر اعتماد ڪن ٿا جو ته اڏامن جو وقت، ڪمپيوٽرائيزڊ سيٽن جي بڪنگ، خوش اخلاق عملي جي پرخلوص ميزباني ۽ ڪراچي، اسلام آباد، لاهور ۽ پشاور کان بين الاقوامي اڏامن جو نئون سلسلو انهيءَ ڳالهه جو شاهد آهي ته پي آءِ اي اڏامن ذريعي پنهنجي سموري صلاحيتن کي استعمال ڪرڻ لاءِ لاڳيتو ڪوشش ڪري رهي آهي

PIA پي آءِ اي
پاڪستان انٽرنيشنل
باڪمال ماڻهو، لاجواب اڏام

# پي آءِ اي - روز بروز
# خوب کان خوب تر

# پڙهندڙ نَسُل ـ پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ "لُڙهندڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان "**پڙهندڙ**" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَ کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم - گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڪاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گھرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)